# ڪلا جو پوڄاري




ليکڪ:
اوم پرڪاش

سنڌيڪار:
شيام سچانند اڏي

# ڪلا جو پوڄاري



ليکڪ: اوم پرڪاش

سنڌيڪار: شيام سچانندائي

ٽوبر ۱۹۷۴ قيمت: ٽي رپيا

ڪويتا ساهتيہ مالا

ڪويتا پرنٽنگ پريس،
سهجپور بوگها، احمدآباد.

# KALA JO PUJARI

Written by: OM PRAKASH

Translated by: SHYAM SACHANANDANI


October 1974.　　　　Price: **Rs. 3/-**

**Kavita Sahitya Malha**

Kavita Printing Press,

Saijpur Bogha, Ahmedabad.

## سمپادڪ جي قلم مان..........

”ڪويتا ساهتيه مالا“ طرفان هن کان اڳ ٻه ڪتاب ڏيئي چڪا آهيون. هيءُ ٽيون ڪتاب آهي.

هن ڪتاب ڪاڻپور چندي پرهندڙن ساٿين کي ڊسمبر ١٩٧٤ ۾ سنڌيءَ جي نئين ليکڪ آتمارام 'اداسيءَ' جو لکيل وڏو سماجڪ ناول ”پيٽ يا مجبوري؟“ ڏنو ويندو. اُن ناول سان چندي وارن جو سال پورو ٿيندو. ڪيل پڌرائيءَ موجب اسان سال ۾ ١٥ رپين جا ڪتاب ١٠ رپين ۾ ڏيون ٿا. هن ڪتاب ۾ اسان نون ميمبرن جا نالا پڻ ڏنا آهن. جن ”ڪويتا ساهتيه مالا“ جو چندو موڪليو آهي يا پرهو آهي. اسان سنڌي ساهتيه جي پريمين کي عرض ڪندا آهيون ته، گهٽ ۾ گهٽ ساهتيه جو ڦهلاءُ ڪرڻ لاءِ پاڻ چندو پرهو ۽ پنهنجن عزيزن مائٽن کان پرائي موڪليو. اڄ جي وقت ۾ اسان پنهنجي سنڌي ساهتيه کي زنده رکڻ لاءِ ڪارج ڪريون.

اسانجي ”ڪويتا ساهتيه مالا“ جي ٻئين سال جو زبردست پروگرام آهي. اهو پوءِ ظاهر ڪيو ويندو.

”ڪلا جو پوڄاري“ هنديءَ جي مشهور ليکڪ اوم پرڪاش جو لکيل آهي. ان کي سنڌيءَ ۾ آندو آهي، سنڌيءَ جي مشهور ليکڪ شيام سچانندائيءَ.

هن ڪتاب ۾ هڪ ڪلاڪار جي جيون ڏيکاريل آهي. ڪلا کي زنده رکڻ لاءِ ڪلاڪار کي ڪيترو نه جيون دان ڪرڻو ٿو پوي اهو توهان هن ناول ۾ پڙهندا. مون کي اهو وشواس آهي ته توهان هڪ وار ناول پڙهڻ شروع ڪندا ته پورو ڪرڻ کانسواءِ نه ڇڏيندا. وڌيڪ نه لکي توهان تي ٿو ڇڏيان، پاڻ ناول پڙهي امين ٿيندا.

مان خاص طور شڪرگذار آهيان شري لائيلارام رچنداڻيءَ ۽ شري ايس. آر. سونيءَ جو. — شيام رام رکياڻي

# * ڪوينا ساهتيه مالا *

## سال ١٩٧٤ جو پروگرام

### ١٥ رپين جا ڪتاب ١٠ رپين ۾

١- پيار ۽ ڌڪار (ظاهر تيل) قيمت : ٢ رپيا

٢- خوني ٽولي " " ٢ رپيا

٣- بمل بئريسٽر " " ٣ رپيا

٤- ڪلا جو پوڄاري " " ٣ رپيا

٥- پيٽ يا محبوبا؟ (پريس ۾) " ٥ رپيا

اڄ ئي توهان پنهنجو ساليانو چندو ڏهه رپيا ڀري ١٥ رپين جا ڪتاب گهر ويٺي حاصل ڪريو. پوسٽ خرچ نه ورتو ويندو. ايندڙ نئين سال ١٩٧٥ جو اسانجو وڏو پروگرام آهي. اهو تڏهن ڪامياب ٿيندو جڏهن توهان چندو ياڪ پرنٽ وندا ۽ پين ڳان پرائي موڪليندا.

هن سال جا باقي ٿورا سيٽ بچيل آهن. متان رهجي وڃو. انڪري اڄ ئي سال جو چندو ڏهه رپيا مني آرڊر ڪري ڪتاب حاصل ڪريو.

پتو:- ڪوينا پرنٽنگ پريس، سهجپور بوگها، احمدآباد.

# سنڌيڪار جي قلم مان

ڪوتا ساهتيه مالها جي سمپادڪ ڀاءُ شيام رام ڪياڻيءَ سان ڪيل انجام موجب مونکي هڪ اصلوڪو ناول لکڻو هو ليڪن حالتن مونکي اصلوڪو ناول لکڻ جي موڪل ڪونہ ڏني!

اڪثر منهنجي قلم مان نڪتل هر ڪهاڻيءَ پويان هڪ 'حقيقت' لڪل هوندي آهي. مان گڏريل ٽورن مهين ڪان ٻن ٻڍمين جي زندگيءَ تي نظر رکي رهيو آهيان. هنن جي پريم-ليلا رنگيل ناول ۾ قلمبند ڪرڻ جو ويچار اٿم. هلندي هلندي هنن جي پريم-ليلا نانگي رنگ سان ڦيرو ڪالي ورتي آهي. هنن جي پريم-ليلا جا گهڻا انڪ پورا ٿي چڪا آهن ۽ ٿورا انڪ باقي آهن. جيئن ئي هنن جي پريم ليلا جا باقي انڪ پورا ٿيندا تيئن مان قلم هٿ ۾ کڻندس ۽ هنن جي پريم- ڪهاڻي قلمبند ڪندس!

"ڪلا جو پوڄاري" ناول اڄ کان ١٦ سال اڳ هنديءَ ۾ پڙهيو هئم. ناول جو هر هڪ باب پنهنجي ليکي هڪ جدا جدا ڪهاڻي آهي.

ناول پڙهڻ وقت مون ناول جا پهرين چهه باب وچ-وچ مان ترجمو ڪيا. ٻيو باب "نرگس"

ماهوار ۾ ۱۹۵۹ ع ۾ هڪ باب "راجلاسستان" ۾ ۱۹۶۲ ع
۾ شايع ڪرايم. اوچتو اهو هندي ناول گم ٿي ويو،
قسمت سان اٽڪل ٽن سالن بعد، جهونن ڪتابن جي هڪ
واپاريءَ وٽان ساڳئي ڪتاب جي هڪ پراڻي ڪاپي
هٿ لڳي ويم!

پس پوءِ ته ڪتاب جا باقي باب به ترجمو ڪري
پورا ڪيم. البت، ناول جو باب نمبر ٽئون منهنجي
دوست شري جواهر آڏواڻيءَ ترجمو ڪيو آهي ۽ اڳ
شايع ٿيل آهي.

جيتوڻيڪ پسندگي هر ڪنهن جي پنهنجي-پنهنجي
آهي تنهن هوندي به پڪ اٿم ته توهانکي به هي ڪتاب
ضرور پسند پوندو!

آخر ۾ شڪرگذار آهيان ڀاءُ شيام رام ڪيهاڻيءَ جو
جنهن ڪرپا ساهتيه مالها پاران هيءُ ڪتاب ڇپائي
پڌرو ڪيو آهي.

---

هيءُ ناول شري شيام رام ڪيهاڻي سمپادڪ: ڪرپا
ساهتيه مالها - سهجپور بوگها، احمدآباد واري ڪرپا
پرنٽنگ پريس، سهجپور بوگها، احمدآباد مان ڇپائي
پڌرو ڪيو.

# ۱

جيون؟

جيون جو ٻيو نالو موت آهي.

زندگي ۽ موت.

موت ۽ زندگي.

ٻنهي ۾ ڪيترو نه لاڳاپو آهي! گلن ٻنا ڪنڊا ۽ ڪنڊن ٻنا گل ڪٿي به پيدا ٿي نٿا سگهن. چنڊ ڪانسواءِ تارا ۽ تارن ڪانسواءِ چنڊ ڪڏهن به آڪاش جي نيريءَ چادر تي مسڪرائي ڪونه سگهندو.

زندگي؟

زندگي هڪ اهڙو سمنڊ آهي جنهن جو صرف هڪ ئي ڪنارو آهي ۽ اهو آهي موت!

هر هڪ اِنسان جي جيون - ٻيڙي جڏهن جيون ساگر ۾ هلي ٿي، ته هڪ نه هڪ ڏينهن اها اُن ڪناري سان وڃي لڳي! هن ڪناري کان بچندڙ اِنسان ڪڏهن به پنهنجي ٽُٽل ٻيڙي هلائي نٿو سگهي ۽ اگر هلائيندو به ته هنجا هٿ ڏڪڻ لڳندا ۽ ونجهه ڇڏائجي ڪن جي گود ۾ هليو وڃي. ٻيڙيءَ ۾ پاڻي اچڻ لڳي ٿو. ان وقت اُن ۾ ويٺل اِنسان چلائي چلائي دنيا کان مدد گهرن ٿا. سماج جي اڳيان آنسون وهائين ٿا ته هن کي ٻيڙيءَ مان بچايو!

ليڪن انڪري سماج هنن کي اڇائي سگهيٿي، انڪري دنيا وارا انهن کي پاڳلن مان ڳڻي سگهن ٿا.

ٻيڙي نيٺ ٻڏو ٻوي. اُن ۾ ويٺل انسان گم ٿيو وڃن. انهن اُسي چنچل لهرن ۾ جن کان ٻري ٻچڻ لاءِ هو ڪوشش ڪري رهيا هئا.

ليڪن اها ٻڏل ٻيڙي ۽ پاڳل مسافر نيٺ اچي انهيءَ ڪناري سان لڳي، جنهن کان هو نفرت ڪندا هئا، ڀڄندا هئا ۽ ڊپ وچان ٻري ٻچندا هئا!

اها ئي آهي انسان جي زندگي، جنهن تي هو اندرو گهمنڊ ڪندو آهي. غرور ۽ ناز انس. هو انهن ٿو سمجهي ته هيءَ مٽيءَ جي ڪايا هڪ ڏينهن مٽيءَ سان ملي، ختم ٿي ويندي.... ڪير ٻچڻ وارو ٻه ڪونه رهندو ته آخر هيءَ سڀ مٽي ڇو ٿيو؟ ڇاڪاڻ ته ٻچڻ وارا ٻه اهو ڄاڻن ٿا ته هڪ ڏينهن هو ٻه هن دنيا مان ان طرح هليا ويندا......!

ليڪن ڊپڪ؟

هو ته ڪنهن ٻيءَ ڏس ۾ وهي رهيو هو. ڇاڪاڻ جو هو ٻاوڪ هو. انساني دنيا کان نيارو ٻلا هن دنيا جي ٻاري ۾ ڇا ٿو سوچي سگهي. جنهن سان هنجو ڪو به لاڳاپو ڪونه هو، ڪوئي ٻرم نه هو ۽ نڪا نفرت! هن جي ته دنيا ئي نرالي هئي. هو سدائين دنيا کان ٻري ٻچندو هو. جيئن دنيا هن کي ڏسي سگهي، سماج وارا

پاڻ ۾ چڻ پڇڻ ڪن...... آخر هيءُ انسان دنيا کان جدا ڇو آهي؟ ڇو نٿو سماج سان گڏ هلي؟ ليڪن هن کي ڪا به پرواه ڪونه هئي. هو ڪڏهن ڏانهن به اک کڻي ڪونه نهاريندو هو. ڏسندو هو ته صرف پاڻ کي ۽ ان منزل کي جيڪا اڳيان اچي وري پري ٿيڻي ويندي هئي! هميشه پنهنجو پاڻ ۾ ئي کوهيو پيو هوندو هو. پنهنجي ئي باري ۾ سوچيندي سوچيندي آنسون وهائيندو هو اگر ڪوئي هن کان پڇندو هو، "ديپڪ، روئي ڇو رهيو آهين؟"

ان وقت هو پنهنجن آلين اکين سان ڏسندي چوندو هو، "انڪري جو دنيا کلي رهي آهي!" دنيا کلي ٿي ۽ هو روئي ٿو. دنيا روئي ٿي ته هو کلندو رهي ٿو. جڏهن دنيا سمهندي آهي ته هو اڪيلو جاڳندو آهي ۽ جڏهن سنسار وارا جاڳندا آهن ته هو هڪ ٿڪل راهگير وانگر بيفڪر سمهي پوندو آهي.

آخر هو ائين ڇو ٿو ڪري؟ ڪنهن جي لاءِ ٿو ڪري؟ خود هو به ڪونه ٿو ڄاڻي ۽ شايد زندگيءَ ڀر نه سمجهي سگهي ته هو ٻرندڙ باه ۾ هٿ ڇو ٿو وجهي؟ جنهن حالت ۾ هن کي خبر آهي ته هٿ پڪ سڙندو؟

هو هڪ چترڪار هو!

هڪ اهڙو چترڪار جنهن جو نالو ڪلا جي سنسار ۾ سونهري اکرن سان لکيل هو. جنهن کي گڏجڻ لاءِ

پري پري کان ماڻهو ايندا هئا. ونتي ڪندا هئا ۽ رڳين جون ٽيلهيرن هن جي اڳيان رکندا هئا. ليڪن هو سڀ ٺڪرائيندو اڳتي وڌي رهيو هو. ڪيترا ڏينهن گذري ويندا هئا، ليڪن هن کي ڪاڻ پيٽ جي سڪ ٿي ڪانه رهندي هئي. هو نه هميشه پاڳلن وانگر پيار ۾ ٿي ڪوهو پيو هوندو هو.

رات جي سانتي ۾ جڏهن هن جي اندر مان آواز نڪري هوا ۾ ڦهلجندو هو، ان وقت هن جو آواز ٻڌڻ وارو ڪوبه ڪونه هوندو هو نه هو روئون ڪري چوندو هو....جڏهن دنيا منهنجو آواز نٿي ٻڌي نه پوءِ مان ڇو دنيا جو آواز ٻڌان؟ سماج منهنجي لاءِ مري چڪي آهي ۽ مان سماج لاءِ جيئرو آهيان. آخر ڇو؟

"ڇونه مان به ان لاءِ مري ٻوان؟" ۽ ٻيءَ پل هو مٽي چست تي چڙهي ويندو هو ۽ دنيا کي مڙدن (لاشن) وانگر سمهندو ڏسي چوندو هو، "نه! مان دنيا ۽ سماج لاءِ جيئرو ڪونه آهيان...بلڪ پنهنجي لاءِ جيئرو آهيان.... انهن کهاڻين کي دهرائڻ لاءِ جيئرو آهيان، جنکي ٻرو ٽيڻ کان اڳ ئي دفنايو ويو آهي."

....مگر اهي کهاڻيون ٻڌندو ڪير؟ دنيا وارا؟ سماج وارا؟

نه...! سماج ۽ دنيا ان لائق ڪونهن جو آنسن ۽ آهن مان ڀنيل داستان ٻڌي سگهن....!!

اهي ڪهاڻيون ٻڌنديءَ ٻڌندڙن جي منهن تي مشڪ نٿي رهي سگهي! بلڪ اکين ۾ آنسون ۽ سرد آهون ڪروٽ بدلي سگهن ٿيون. ته ڇا سماج جا اهڙا پنهنجي مشڪ آنسن جي وهڪريءَ تي بليدان ڪري سگهن ٿا؟ ڪڏهن به نه! هو اِئين هرگز نٿا ڪري سگهن. انهن کي ڪهڙي پئي آهي جو هڪ غريب جي آنسن کي پنهنجيءَ جهوليءَ ۾ ڪٽن؟

ڪڏهن بڪامل انسان ۾ ساهمون ٻيل ماني نڪرائي آهي؟ هيءَ دنيا ۾ ته بکي آهي! رهڻ جي بکي! مطلب جي بکي، سوارٿ جي بکي!

سماج؟

جنهنجو ڪم آهي رڳو غريبن جي نڌل جهوپڙن کي جلائڻ، غريبن جي پسيني کي پاڻي سمجهي وهائڻ ۽ سماج جا ٺيڪيدار؟ جن ڪڏهن اهو به ڪونه سوچيو آهي ته هنن جون وڏيون وڏيون عمارتون ڪيئن ٺهيون؟ هو اهو ڪونه ٿا ڄاڻن ته غريبن جي خون سان هنن جي بنگلن جي پاڙ پڪي ڪرڻ ۾ آئي آهي؟

هو ته صرف غريبن کي ستائي ڄاڻن. هنن جي ارمانن سان راند ڪري ڄاڻن. هنن جي خوشين کي برباديءَ ۾ بدلائي، پنهنجن چپن تي مشڪ آڻڻ ته ڪو هنن کان سکي. هو ته صرف غريبن جي تمنائيندڙ چراغن کي وسائي پنهنجن محلن ۾ روشني ڪري ڄاڻن!"

نہ ڄاڻ ھوءَ ڪھڙي طرف کان ڪھڙي ٻپاسي وھي رھيو ھو، جيئن ڪا ٻي-ھاري ٻيڙي طوفان ۾ ڦاسي پوندي آھي ۽ پوءِ ڀيانڪ لھرن ۾ وھي ويندي آھي.

ٺيڪ اُن طرح ديپڪ بہ ڀاوناڻن جي طوفان ۾ ڦاسي پيو ھو. اُن جي لوڏن ۾ ھن کي ٿورو سھارو ملي ويو. وچارن جو طوفان روڪجي پيو. ڀاوناڻن جي زنجير ٽٽي پئي. ھن سامھون پيل اَڌوري چتر ڏانھن ڏٺو ۽ اُٿي پيو. کيسي مان اَڌ ٻريل ٻيڙيءَ جو ٽڪر ڪڍيائين. ٻيڙي دکائي، سُوٽو ھڻي چتر جي ڀرسان اچي ويٺو.

پل پر چتر ڏانھن ڏسندو رھيو ۽ پوءِ برش کڻي رنگ ملائڻ لڳو.

اُن وقت ٻاھران ڪنھن سڏ ڪيو، "ديپڪ بابُو!" ديپڪ جواب ڏيڻ چاھيو پر منھن مان اکر ئي نہ نڪتس. ھنجي موڊ بگڙجي پئي ۽ ٻيڙيءَ جو ٽڪرو زمين تي ڦٽو ڪري ھن دروازو کوليو!

"نمستي ديپڪ بابُو!"

"اَچو جج صاحب!" ھن جو آواز اُداس ھو "وِيھو!" جج صاحب ويھي رھيو.

"حڪم ڪريو، مان توھانجي ڪھڙي سيوا ڪريان؟"

"ھيءَ فوٽو ٺاھڻ لاءِ مون توھان سان ذڪر ڪيو ھو." جج صاحب کيسي مان ھڪ فوٽو ڪڍي ديپڪ ڏانھن وڌايو!

"ٺيڪ آهي!" ڊيپڪ فونُ ڏسندي ٿي چيو،

"ڏاهي ڏيندس!"

"ليڪن ڪيستائين!"

"توهانکي ڪڏهن کپي؟"

"تمام جلدي!"

"پوءِ ٻه هفتو کن ته لڳي ويندو!"

"هڪ هفتو ته گهڻو ٿيو، ڊيپڪ بابوُ! مونکي لـــ پڙهينءَ سانجهيءَ تائين ملڻ کپي. پڙهينءَ هنجو جنم ڏينهن آهي!"

"جج صاحب! توهانجو چتر جيءَ جان سان ٺاهيندس! ليڪن اهتري تڪڙ لـــ نه ڪريو! هوُ جو چتر توهان ڏسي رهيا آهيو، اڃا اَڌ ۾ آهي، اهو بـــ ته پورو ڪرڻو آهي."

"اهو پوءِ ٺاهجو ڊيپڪ بابوُ! مونکي هيءُ چتر تمام جلد گهرجي. هان هي وٺو پنجاهه رپيا پيشگي. چتر ٺهڻ کانپوءِ باقي پئسا توهانکي بروقت ملي ويندا!"

ڊيپڪ جي هٿن ۾ پنجين - پنجين جا ڏهه نوٽ نچڻ لڳا. هن نوٽ ڏٺا هنجي ان طرح نوٽ ڏسڻ ۾ ڪيڏي نه خوشحالي هئي، ڪيڏي نه پياس هئي. اڄ ٻن ڏينهن کانوٺي هنجو کيسو خالي هو. هنجي آخريـــن ملڪيت بيڙيءَ جو ٽڪرو اجهامل هو، هينئر اهو به ختم ٿي چڪو هو. هوُ صبوح کانوٺي بکيو هو. ليڪن نه...ائين نٿو ٿي

سکھي. جنھن شيءِ کي ھوُ ھميشه نڪرائيندو آيو آھي، اُن شيءِ کي ھيئر ڪيئن پنھنجو ڪري؟ اِئين نٿو ٿي سگھي.... اَڌ وري چتر کي پورو ڪرڻ ڪانپوءِ ٿي پيو چتر ھٿ ۾ ڪٽيندو! ھوُ ھن اَڌ وري چتر کي پنھنجي زندگيءَ وانگر اَڌ ورو نٿو ڇڏي سگھي!

ھڪ دفعو وري ھن آڱرين جي وچ ۾ پڪڙيل نسوڻ کي ڏٺو ۽ پوءِ ڏٺو ان اَڌ وري چتر کي جنھن ۾ خون وانگر ڳاڙھو رنگ ڦھليو پيو ھو ۽ جو چٽڪ رڙيون ڪري چئي رھيو ھو، "پوري مرڪي منزل ۾ پھچاءِ. تنھن ڪانپوءِ جج صاحب جي چتر کي رستو ڏيکارجان!"

داڳ کي اِئين لڳو ڄڻ ڪ اُھي پنجاھ روپيا ھن جي ڪلا جي بـے عزتي ڪري رھيا آھن ۽ ڪلاڪار جي مٿي ۾ نه مٽجندڙ داغ لڳائڻ جي ڪوشش ڪري رھيا آھن!

ھڪ طرف ڪلا روئي رھي ھئي ۽ ٻئي طرف ڪاغذ جا نوٽ ڇمڪي رھيا ھئا!

ھڪ طرف ھنجو پيٽ پڪڙي رھيو ھو ۽ ٻئي طرف ھن جي مٿي تي ڪارو داغ لڳي رھيو ھو.

اگر ھوُ اَڌ ورو چتر ڇڏي جج صاحب جو چتر ٺاھي ٿو ته ھنکي روپيا سؤ سوا ڪن اُن مھل ملي پوندا جن مان ھوُ ھفتو ڪن آرام سان کائي سگھي ٿو.

ھن جي آتما روئي اُٿي...... جيڪڏھن ھوُ اِئين

ڪندو ۽ دنيا ٺهڪ نہ ايندي، "لعنت آهي اهڙي ڪلاڪار کي جنھن رهڻ جي لالچ ۾ اچي پنھنجي ڪلا وڪڻي ڇڏي. ان کان بهتر ڪلاڪار خود ڇو نہ ٻـڏي مرو؟ جنھن پاڻ سان گڏ ڪلا جي ٻيڙي بہ ٻوڙي ڇڏي!"

"نہ....! ائين ڪو نہ ٿيندو!" هن جي دل مان آواز آيو، "هو اهڙو ذليل ڪونهي جو پنھنجن هٿن سان ڪلا جي بي عزتي ڪري. هو بک وگهي مري ويندو ليڪن رهڻ لاءِ ڪلا نٿو وڪڻي سگهي!"

ديپڪ نوٽ جج صاحب کي موٽائي ڏنا.

"جج صاحب! مونکي توهانجا رپيا ڪو نہ کپن."

"ڇو؟ ڪجھہ گھٽ آهن ڇا....؟"

"مان هن ڇتر تي هليل ٻرش کي وچ ۾ روڪي نٿو سگهان!"

"توهان جيترو گهرو مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. لوڪي هيءَ ڇتر ٺاهڻو ئي پوندو!" جج چيو.

"جج صاحب مان ڪلا جو پوڄاري آهيان، رهڻ جو نہ! مان رهڻ جي مٿان ڪلا ٻليدان نٿو ڪري سگهان! منھنجو ٻرش ٻئي ڇتر طرف تڏهن هلندو جڏهن ٻهريون ڇتر پورو ٿيندو. رهڻ جي لالچ ۾ اچي اَڌورو ڇتر ڇڏي ڪلا جي بي عزتي ڪرڻي آهي. جج صاحب؟ مان ائين ڪڏهن بہ نٿو ڪري سگهان!"

"ديپڪ!" جج صاحب جا اکر هئا، "لوڪي پنھنجيءَ

ڪلا لئي اهڙو بانور آهي ۽ تون ان بانور ۾ اٽڪي ويٺو آهين، جو آيل دولت ٺڪرائي رهيو آهين. ياد رک، هن دنيا جا ماڻهو ته ساڳي دولت لاءِ ترڪيو ترڪيو مري وڃن! ليڪن تنهن هوندي به دولت هٿ ڪونه ٿي لڳين ۽ تون.....!"

ڊاڪٽر مهين ڪٿي جج صاحب ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ پنهنجن هٿن ۾ پيل نوٽن ڏانهن نهاريو. هن کي ائين لڳو ڄڻ ڪو پري کان چئي رهيو هجي، "پاڳل! روپئي جي طاقت سان انسان دنيا ۾ سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو..... روپئي جي بار هيٺ وڏي ماڻهوءَ جو ڪنڌ به هيٺ جهڪيو پوي!"

هن جي اکين سامهون اها ڪهاڻي نچڻ لڳي جنهن ونود جهڙي ڪلاڪار کي به هيٺان دٻائي ڇڏيو.

اڙي ونود!

جيڪو ڪلو قاڙي دنيا وارن کي چوندو هو، "ڪلا کي دنيا جي ڪا به طاقت خريد نٿي ڪري سگهي، ڪلاڪار ڪڏهن به روپين جي لالچ ۾ اچي پنهنجي ڪلا نٿو وڪڻي سگهي!"

ونود روپين جي لالچ ۾ ڀاڄ وڪڻي ڇڏيو. پنهنجي ڪلا وڪڻي ڇڏي ۽ پنهنجي مٿي لئي چانديءَ جي چند ٺڪرن عيوض نه مٽجندڙ داغ لڳايو!

ڊاڪٽر کي ائين لڳو ته چئني طرف چانديءَ جا

ٽُڪرا پکڙيا پيا آهن ۽ هر هڪ چلائي چئي رهيو آهي، ”ڏاڍپڪ! تو جهڙو ڪو پاڳل ڪونه هوندو جو چانديءَ جي ٽُڪرن کي ٺوڪر هاري رهيو آهين....! پاڳل ڪڏهن تو اهو به سوچيو آهي ته توُن هن طرح ڇو جلي رهيو آهين؟ ڪڏهن اهو به سوچيو اٿئي ته هن دنيا ۾ بک جي ڀيانڪ باهه لڳي پيئي آهي؟ اها باهه جنهن کي صرف رپيا ئي وسائي سگهن ٿا. اڃا به وقت اٿئي، جيءَ ڀري هن نِڌين نِڌين چمڪندڙ ٽُڪرن سان پنهنجي جهولي ڀري...... نه ته پوءِ روئندين، رڙيون ڪندين؟ نيٺ تڙپي تڙپي مري ويندين. پوءِ تنهنجي مرده سرير تي هڪ پئسي جو ڪفن به ڪونه هوندو.... ڪتا تنهنجون هڏيون چٻيندا... تنهنجي سرير تي مکيون اچي ويهنديون.... سرڪاري ماڻهو توکي کڻي نديءَ يا جهنگل ۾ وجهي ڦٽو ڪندا. ياد ڪر اهي ڏينهن جڏهن رپين لاءِ تنهنجي زال تڙپي تڙپي نيٺ چکيا جي جلندڙ آگ ۾ هميشه لاءِ سمهي پئي!“

تنهنجا ٻه ٻار نيٺ چنچل لهرن ۾ وهي ويا. پاڳل! ياد ڪر اهو ڏينهن جڏهن جمنا تو جهڙي انسان جي منهن تي ٿڪ هڻي هلي وئي! تو پنهنجيون تمام خوشيون کي هن دولت جي لئي رحم وڏيءَ اڳي بليدان ڪري ڇڏيو پوءِ به توکي هوش ڪونه آيو. توُن هوش ۾ آئين ان وقت، جڏهن تنهنجي سرير جو هڪ هڪ انگ

# ۲

"تون ڪلاڪار ٿيڻ ٿو چاهين؟"

"ها!"

"پاڳل ته ڪونه ٿي پيو آهين؟"

"ڇو؟"

"انڪري جو ڪلاڪار جي زندگي هميشه موت سان پئي راند ڪري. هن جي ٻيڙي رهي - رهي موت جي ڪناري سان وڃيو ٽڪرائجي."

ونود سگريٽ جو پڇاڙڪو سوٽو هڻندي چيو.

"ڪلاڪار جي زندگي ايتري ڀيانڪ ٿيندي آهي؟"

"نه! اُن کان به ڀيانڪ!" ونود ٻيو سگريٽ ٻاريندي چيو، "طوفان جي گود ۾ هلڻ وارو انسان ئي ڪلا جو پوڄاري ٿي سگهي ٿو. پنهنجو پاڻ ڀلائي موت سان مقابلو ڪرڻ وارو انسان، پنهنجي جيون ڪلا جي سنسار ۾ پهچائي سگهي ٿو."

"اگر ان ڪلاڪار جي ٻيڙي شروع ۾ ئي ٻڏي پوي ته؟"

"نه! ڪلاڪار جي ٻيڙي هميشه موت جي ڪناري سان پئي ٽڪرائجي. پر ياد رک، هوءَ ٽڪرائجي پرزا پرزا نٿي ٿئي. ان ۾ ويٺل مسافر ٻيڙي ڊانواڊول ٿيندي

ڏسي چالاڪي ڪندو ته سماج کان مدد ڪرڻ ٿو گهري ۽ پنهنجو پاڻ کي اڀارڻ جي ڪوشش نه ڪندو ٿو ڪري."

"چاهي ڇا به ٿئي پوءِ! مان به توهان وانگر هڪ ڪلاڪار ٿيندس!"

ديپڪ جي لفظ لفظ ۾ زور هو، پر لڳيو ائين ٿي ته انجام هو....!

ونود ديپڪ طرف ڏٺو ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو.

"ڪلاڪار ٿيڻ کان پهرين غريب ٿيءُ ديپڪ!"

"ڇو؟" ديپڪ چڙي رهيو هو. "ڇا هڪ امير ڪلا جو پوڄاري نٿو ٿي سگهي؟"

"ڪڏهن به نه! پاڻيءَ بنا ٻاڦ ڪڏهن به نه ٺهي سگهندي. غريبيءَ بنا ڪلا ڪڏهن به اڀري نٿي سگهي!"

ونود گنڀير ٿي چيو

"غريبيءَ ۽ ڪلا ۾ ڪهڙو سٻنڌ آهي؟"

"جيڪو سٻنڌ اميريءَ ۽ ڪنجوسيءَ ۾ آهي!"

"..........."

"اميريءَ ۽ ڪلا ۾ شروع کان وٺي وير هلندو اچي ٿو ۽ هلندو رهندو اوستائين، جيستائين ٻئي وجود ۾ آهن! جتي ڌن آهي اتي ڪلا ڪونه هوندي ۽ جتي ڪلا آهي اتي ڌن ٿي نٿو سگهي!"

"ان جو مطلب ته مونکي نراس ٿيڻو پوندو؟ ڇا توهان مونکي ڪجهه به نٿا سيکاري سگهو؟" ديپڪ

جي ڇهري تي نراشا جا موتي چمڪڻ لڳا.

”..........!“

”مونکي نديءَ کان وڌيڪ آرمت سان چاهه آهي ونود بابوُ! منهنجي هن چاهه کي نابود نه ڪريو.“

”ڊيپڪ! مان مجبور آهيان.“

”.........“

”چاڪاڻ جو تنهنجا هي چمڪندڙ ڪپڙا ڪڏهن به ڪلا جي بي عزتي ڪري سگهن ٿا...توهان ڪلا جي بي عزتي ڪري هڪ ٿي نوڪر سان بري قتو ڪري سگهو ٿا!“ ونود زخم تي لوڻ ٻرڪيندي چيو. ليڪن زخم تي لوڻ پوي، تنهن کان اڳ گهائل وڃي چڪو هو.

ونود ڏٺو ته ديپڪ وڃي چڪو هو. هينئر ونود جو آواز خالي ڪمري جي ڀتين سان ٽڪرائجي واپس اچي رهيو هو. هوُ شايد اڃا به ڪونه ڏسي ها جيڪڏهن هنجو پيو سگريٽ اُسه جلي ڪري رکه سان پيار ڪرڻ شروع نه ڪري ها!

ٽئين سگريٽ جو دونهون گول چڪر ٺاهيندو ڇت ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ ونود ڏسندو رهيو. دونهون ڇت پار ڪري ڪونه سگهيو پر اُن سان ٽڪرائجي واپس اچڻ لڳو.

ونود جي منهن تي هڪ پيارڪ مشڪ اچڻ لڳي.

انسان ۽ سگريٽ.

ٻئي هڪ ئي آهن. انسان جي زندگي ۾ به سگريٽ جي دونهين وانگر آهي. جا هن سماج جي خوفناڪ طوفان سان ٽڪرائجي هميشه لاءِ ختم ٿيو وڃي. جهڙيءَ طرح انسان سگريٽ جي رک ڇنڊڻ لئي اهو منهن مان ڪڍي ڌرتيءَ تي ڦٽو ڪيو ڇڏي. ٺيڪ ان طرح سماج به انسان جي مٽيءَ کي پنهنجي حد مان ڪڍيو ڇڏي. ڪيترو نه پاڳل آهي انسان، جو سگريٽ کي جلائي رک بنائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ليڪن هو نٿو سمجهي ته گڏوگڏ هو به جلندو رهي ٿو ۽ جلدي جلدي هڪ ڏينهن رک جو ڍير ٿيو پوي!

پوءِ هو سوچڻ لڳو پنهنجي باري ۾. چترڪار جي جيون جي باري ۾

چترڪار!

هيءَ چترڪار جو سڄيءَ دنيا ۾ چتر چٽي ٿو اهو خود به ته هڪ چتر آهي! هن جي جيون ۾ به اهڙائي رنگ ڀريل آهن جهڙا ڪنهن ٻئي زائين ۾ ڀريل هوندا آهن ۽....

۽ نه ڄاڻ هو ڇا ڇا سوچيندو رهيو ۽ اڃا به خبر ناهي هو ڪنهن جي باري ۾ سوچي ها.

ايتري ۾ هن جي غريب راڻيءَ هن کي سڏ ڪندي چيو، "ٻڌو ٿا، توهان کي گهر جو خيال آهي؟"

ونود آواز ٻڌي عجب ۾ ڪونه پيو ڇاڪاڻ ته اهڙا آواز ته هو نت نيم ٻڌندو هو.

مٺي وڻندي چيائين، "رجني! گهر جو خيال عورت کي رهندو آهي، مرد کي نه!"

"گهر ۾ هڪ ٻچو به ڪونه هوندو ته عورت ڇا خاڪ ڌيان رکندي؟" رجنيءَ کي ونود جي لاپرواهيءَ تي ڪروڌ اچي رهيو هو. ليڪن 'عورت' جو لفظ هن جي ڇپن تي ڪلف وانگر لڳو پيو هو. اُن وقت کٽ تي سمهيل پنجن سالن جو ٻار روئي اُٿيو، "اَمان.... بک....!"

ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌي رجنيءَ جون اَکيون آليون ٿي ويون. گهر ۾ هڪ داڻو به کائڻ لاءِ ڪونه هو. ونود ويٺو سگريٽ ڇڪي رهيو هو.

ٻار جي ڳوڙهن لاءِ ته ماءُ جي دل کان ٻيو جڏهن پنهنجي رت جي هڪ هڪ ڦڙي سان هنجو هڪ هڪ اَنگ ٺاهيو آهي. پوءِ ڇا ڄاڻي ماءُ جي ممتا کي! ٻار جو پيار ته ماءُ ئي ڄاڻي سگهي ٿي، جا پنهنجي ٻار لاءِ پنهنجون سڀ خوشيون ٻليدان ڪري ٿي. هو پنهنجيون سڀ مشڪلاتون ٻار جي صرف هڪ ئي مشڪ مٿان نڇاور ڪري ڇڏي.

ٻار وري روئڻ لڳو. رجني تڙڦڻ لڳي، "ڏسو نه سهين! ڪڪر روئي رهيو آهي؟ توهان ٻڌي ڪلي رهيا آهيو!"

"ته ڇا ڪريان. مان به اُن سان گڏ ويهي روئان."

"توهان گهٽ قيمت تي چتر ڇو نٿا ٺاهيو. ماڻهن کي

واپس ڇوٽا موڪليو؟" هنجي اکين مان ٻه آنسون اچي
زمين تي پيا.

"رجني!" ونود ڪاوڙ ۾ چيو، "ڇا تون چاهين ٿي
ته مان رهين لاءِ پنهنجو آرمت وڪٽان؟ اهو ڪڏهن به
نه ٿو ٿي سگهي."

"ٺيڪ آهي! توهان پنهنجو آرمت نه وڪڻو، ڀلي
منهنجو پٽ بک ۾ تڙڦي مري پوي." رجني روئڻ لڳي.
"منهنجيءَ دل کان پڇيو ته منهنجو ٻار ڪيئن تڙڦي
رهيو آهي!"

رجني ڊوڙي کٽ پرسان آئي ۽ سڏڪا ڀريندڙ ٻار
کي ڇاتيءَ سان لڳائي پاڻ به روئڻ لڳي. ونود سر
جهڪائي هيٺ هليو آيو. هيٺ ڪمري ۾ ڪو صاحب
اچي ويٺو هو!

"ونود بابو!"

"جي!" ونود وهندي چيو.

"هوءَ ڊزائين ٺاهي آئو؟"،

"تيار آهي." ونود ڪٻٽ مان ڊزائين ڪڍي هن
کي ڏني.

"واهه ونود بابو! توهان ڊزائين ته تمام سٺي ٺاهي
آهي!!"

آڌل ماڻهوءَ کيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي ونود
کي ڏيندي چيو، "چڱو مان هلان ٿو."

"..........."

ونود ڪوبه جواب ڪونه ڏنو.

ونود جي هٿ ۾ ڏهين جو نوٽ هو ليڪن ٻئي پل هوُ هوش ڪونه هو. هوُ ته سوچي رهيو هو، ڪلاڪارن جو پيٽ ته تعريفن سان ئي ڀرجيو وڃي.... شايد دنيا وارن کي اها خبر ڪونهي ته هوُ به انسان آهن، جن کي روٽي گهرجي! ليڪن سماج وارا ته ائين ٿا سمجهن ته ڪلاڪار کي پيٽ ئي ڪونه ٿئي، انڪري ڪلاڪار کي روٽيءَ جو ڪم ئي ڪونهي. اگر پيٽ هوندو آن ته به بک جو سوال ڪونه ٿو پيدا ٿئي. انڪري ئي ته دنيا وارا، سماج جا ٺيڪيدار ڪلاڪار جي پگهر جي پورهئي کي هن جي پيٽ ۾ ٻرندڙ بک جي باهه کي تعريف جي چند لفظن سان وسائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، "واهه واهه" ڪري هن جي بک جي ٻرندڙ باهه کي وڌيڪ زور سان ٻارين ٿا!

هڪ دفعو وري ٻار جي روئڻ جو آواز آيو.

ونود ويچارن جي دنيا مان ڏون اچي هيٺ ڪريو. هڪ دفعو هن مٿي نهاري رجنيءَ کي چيو، "ڪجهه ڪاڌي پيتي جو سامان وٺي اچان ٿو."

ائين چوندي هوُ ٻاهر هليو ويو.

# ٣

موت جي سامهون پهچڻ وارو انسان پنهنجيءَ منزل تي پهچيو وڃي. طوفان جي گود ۾ سمهڻ وارو انسان ڪڏهن به جيون جي انتم سيما پار ڪيو وڃي.

جيڪو هار کان نٿو ڊڄي، جيت اُن جي پير چمي ٿي. جيڪو ڪنڊن سان پنهنجي جهولي ڀري ٿو، جيت ان جو پلئه پڪڙي ٿي.

طعنن جي تيرن سان گهايل ٿيل انسان اُنهن تيرن جو بدلو وٺڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. اهڙي قدر جو هن جيسي سامهون موت به اچي ٿي ته هو موت کي به اوستائين پير هيٺان دٻائي رکي جيستائين هن جو زخم نه ڀرجي آهي! مصيبت کان نه ڊڄڻ وارو انسان آرام جي ڏوليءَ ۾ نٿو وهي سگهي!

ڊيپڪ به ته انهن انسانن مان هڪ هو. هو شروعات کان ڏک سان نفرت ۽ سک سان پيار ڪندو آيو هو. هو امير هو، هن وٽ دولت هئي، هر چيز جنهن ڏانهن اک کڻي نهاري، هن جي ئي هئي.

ليڪن ونود جي طعني جو تير هن جي دل کي پار ڪري چڪو هو. اُن مان نڪرندڙ خون جهٽڪ رڙيون ڪري چئي رهيو هو، ”ڪلاڪار ڀڄڻ کان اڳ غريب

ٿيءَ دليپڪ! چاڪاڻ جو تنهنجا هي چمڪندڙ ڪپڙا ڪڏهن به ڪلا جي بي عزتي ڪري سگهن ٿا!" دليپڪ پوريءَ شڪتيءَ سان زخم دٻائي رهيو هو.

”تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين. مان هنن چمڪندڙ ڪپڙن ۾ اُٿي پنهنجي ڪلا لڪائي چمڪائيندس....دنيا ۾ ڪا به اهڙي طاقت ڪونهي جا دليپڪ کي ڪلاڪار بڻجڻ کان اڳ غريب ٿيڻ لاءِ مجبور ڪري!" دليپڪ جي سامهون اُن وقت جي ڪو ڪيس ’ڪلاڪار بڻجڻ کان اڳ غريب ٿيءُ‘ جوڙي ها ته شايد هو پاڻ تان ضابطو وڃائي ويهي ها.

ليڪن ڪنهن جي اندر مان نڪتل آهه ڪڏهن به بيڪار نٿي وڃي. ڪنهن جي اندر مان نڪتل سرد آهه رستي ۾ ايندڙ سڀني رڪاوٽن کي جلائي رک ڪريو ڇڏي

ونود جي دل مان نڪتل آواز به آهستي آهستي بجلي ٿي رهيو هو ۽ بجليءَ جي رستي ۾ ايندڙ دليپڪ جي دولت جلي خاڪ ٿي رهي هئي.

دليپڪ ۽ هن جي دولت جي وچ ۾ ڪلا هڪ ديوار وانگر اچي بيٺي هئي جا ٽهڪ ڏئي چئي رهي هئي، ”پاڳل اگر دولت سان پنهنجي جهولي ڀرڻ ٿو چاهين ته منهنجي زندگيءَ جي ديوار ٽپي ڇڏ.... ۽ اگر مون سان پيار ڪرڻ ٿو چاهين- اگر منهنجي دامن ۾ پنهنجو منهن

اڪائڻ ٿو چاهين ته ياد رک ته لوڪسي دولت کي اٿين ٽڪرائڻو پوندو ۽ جيئن لهرون منزل تي پهچڻ لاءِ هر ڪناري سان ٽڪرائجي اڳتي وڌنديون وڃن. هڪ طرف دولت جو دروازو کليو پيو هو ۽ ٻئي پاسي ڪلا جي جهولي ڦهليل هئي. هڪ طرف دليپ جو پنا پيس سڏي رهيو هو ۽ ٻئي طرف وئول جو آواز گونجڻ لڳو. هڪ طرف مهان مان مولي ڪري رهيا هئا ۽ ٻئي پاسي جهوپڙيءَ ۾ پاڻي ٽمي رهيو هو.

ٻه رستا هئا دليپ جي سامهون، هڪ پڪو رستو هو ۽ ٻيو ڪچو. هڪ گلن سان ڇانيل هو ۽ ٻيو وري ڪنڊن سان ڀريو پيو هو. دليپ چاهيو ٿي ته هو ڪلا جو پوڄاري ٿئي، آرٽ جي گود ۾ سمهي ۽ برش سان راند ڪري. هن جي پيءُ جي مرضي هئي ته هو دولت جو مالڪ بڻجي، نوٽن جي استري تي سمهي ۽ سون ۽ چانديءَ سان راند ڪري.

ڪيڏو نه تفاوت آهي گلن ۽ ڪنڊن ۾....؟

ماڻهو گلن سان پيار ڪن ٿا ليڪن انهن کي اها ڄاڻ ڪونهي ته گلن کان ڪنڊا وڌيڪ سٺا آهن! شايد هن ڄاڻ جي ڪڏهن ڪوشش به ڪونه ڪئي آهي ته انسان گل چني ٿو، ليڪن گل ڪڏهن به ڪونه ٿا چون پر گل سان لڳل ڪنڊا هن جو هٿ پڪڙيو بيهن. ان وقت ڪنڊا روئڻ ڪري چوندا آهن، "او بيدرد! جهڪي

تون مون کان جدا ڪري رهيو آهين، اُن کي صبوح جو گهمڻ سان گڏ ڦٽو نه ڪري ڇڏجان....!"

انسان کان ته هو ٻيجان وڌيڪ سٺو آهي جو وفا ۽ بيوفائيءَ جي رسمن کي سمجهي سگهي ٿو. جيڪو پرواني تي ڀاڄي ب ـــ پنهنجي منزل ڳولهيو وٺي! ليڪن انسان پرواني تي ڀاڄڻ کانپوءِ پنهنجي شڪتي وڃائي ڇڏي، هو ڪنهن مقرر منزل تي نٿو پهچي. نيٺ هڪ کي ڇڏي ٻئي سان پيار ٿو ڪرڻو پوي.

دليپ به پرواني تي ٻي سوچي رهيو هو ته گلن سان پيار ڪري، جن جي زندگي صرف چند گهڙين کانپوءِ سماپت ٿيڻي آهي يا اُنهن ڪنڊن سان پيار ڪري جي جيون جي آخرين گهڙيءَ تائين هن جو ساٿ نه ڇڏيندا. آخر دليپ ب ـــ اهو ئي ڪيو جيڪو پرواني تي پينل راهگير ڪندو آهي. دليپ رتن بدران ڪلا کي اپنائڻ پسند ڪيو. هن جي پتا هن کي پاڳل ۽ ديوانو سمجهي گهر کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ڇو؟ ڇاڪاڻ جو هو مجرم هو، گنهگار هو.... دولت جو مالڪ نه ٿي ڪري هن وڏو پاپ ڪيو هو. هن جي پتا جي نظر ۾، ڪلا جو پوڄاري ٻڻجي پنهنجي خاندان جي مٿي تي ڪلنڪ لڳايو هو. اهو ئي هو هن جو گناهه جنهن جي بدلي ۾ هن کي پنهنجي پتنيءَ سان گڏ ٻيءَ جڳهه ۾ وڃڻو پيو. هن کي شادي ڪئي اڃا اٺ مهنا مس ٿيا هئا. هنجي

پنهنجيءَ جي هٿن جي مهندي اڃا آلي هئي ليڪن مهندي سڪي تنهن کان اڳ ئي هنجا هٿ غريبيءَ جي پاڻيءَ سان ڌوتا ويا. شونق پورو ٿئي ان کان اڳ هن جا ڳهه لاٿا ويا.

دنيا هن کي ڏاڍا ڪشٽ ڏنا سماج جي نيتائن هن جي رستي ۾ ڪنڊا پوکيا، ليڪن راهگير جيڪو ڪلا جي منزل ۾ وڃڻ ٿيو چاهي، هلندو رهيو...... اڳتي هلندو رهيو.

هن جا برش ڪنڊن لڳڻ ڪري بيڪار ٿي چڪا هئا... هن جا پير ڪنبڻ لڳا ليڪن تنهن هوندي به هن همت نه هاري. مصيبتن هن جي ٻيڙيءَ کي ڪن ۾ ڦاسائڻ چاهيو، ليڪن هن تنهن کان اڳ ئي مصيبتن جو گلو دٻائي انهن کي پنوُر جي گود ۾ سمهاري ڇڏيو

هيئنئر دبيڪ اهو دبيڪ ڪونه هو جنهن جي قدمن ۾ دنيا پيا هوندا هئا. جنهن جي حاضريءَ ۾ چار چار نوڪر هوندا هئا. هيئنئر محل ۾ رهڻ وارو دبيڪ مسواڙ جي هڪ ننڍي گهر ۾ رهڻ لڳو هو. اگر هو آزاد هجي ها ته شايد اها مسواڙ واري جڳهه به سماج جي حوالي ڪري جهنگ ۾ وڃي رهي ها. ليڪن هو آزاد ڪونه هو. هن جي هٿن ۾ ”زال“ جون هٿڪڙيون پيل هيون ۽ ”پنهنجيءَ“ جو لفظ هن جي پيرن سان جڪڙيو پيو هو. جيڪو رهي ڪري هن کي ڇڪي رهيو هو ۽ ٿڙڪندي

ٽٽندي هُو رهجي ٿي ويو.

هن اهو سڀ پڙهڻي لاءِ نه ٻالڪ پڙهڻيءَ منزل لاءِ ڪيو هو. پڙهڻيءَ ڪلا لاءِ ڪيو هو. پڙهڻي اُن معصوم ٻچڙن لاءِ ڪيو جنهن کي مرضيءَ هوندي به اُوڙي ڪونه سگهيو. ونود وٽان واپس اچڻ بعد هو هميشه ڪلا ۾ ڪوئل رهندو هو. سڄو ڏينهن اڪيلو ويٺي پينسل جو خون ڪاغذ تي وهائيندو هو. ٻين چترڪارن وٽ ويندو هو. انهن کي هٿ جوڙيندو هو. منٿون ڪندو هو ته ڪجهه سکندو هو. بزار ۾ گهٽين ۾ ماڻهن جا "پورٽريٽ" ناهڻ لاءِ پيو ٻ ڪ ٻ وڙ ڪندو هو. ڇاڪاڻ جو هن کي ڪلاڪار ٿيڻو هو. هڪ چترڪار بڻجڻ پيو چاهي.

هن جو پتا هيءُ پاڳلپڻو سهي نه سگهيو. هو نه پيو چاهي ته سندس لاڏلو پٽ در در جي خاڪ ڇاڻي ۽ هيڏيءَ ملڪيت جو ڪو وارث نه هجي. هو نه پيو چاهي ته ڪو آڱر کڻي چوي، "ڏسو! راءِ بهادر گنگاڌر جو پٽ هن طرح خاڪ پيو ڇاڻي. پيءُ ڪهڙو ۽ پٽ ڪهڙو؟"

انهيءَ ڪري پٽس هن کي گهر مان ڪڍي ڇڏڻ جي ٺهڪي ڏني ۽ ديپڪ هڪ راهگير وانگر ٻنان ڪجهه چوڻ جي سراءِ ڇڏي منزل طرف وڌڻ لڳو.

۽ ان ڪانپوءِ......

راهگير پنهنجي رستي تي ڏينهن ۽ رات هلندو رهيو. هيٺر هن جو ڪم ٿي هو رنگ جون پياليون ڪاغذ ۽ ڪپڙي تي کيرائڻ. ڏينهن ڪانپوءِ رات ۽ رات ڪانپوءِ ڏينهن ايندو آهي. هو رنگن سان راند ڪندو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو هن جي اُن ٻاراڻپڻي جي تعريف به ڪندا هئا پر هن جي چپن تي ڪڏهن به مشڪ نمودار نه ٿي ڇو جو هن کي خبر هئي ته اهو دنيا جو ڪم آهي.

هاڻ هن جي ڪلا جاڳڻ لڳي. ليڪن گهر جي حالت سمهڻ لڳي. هو ڪلاڪار ٿي رهيو هو پر گڏوگڏ غريب به!

انسانيت ننگي ٿي چڪي هئي ليڪن راهگير هلندو رهيو- اڃا به اڳتي وڌندو رهيو.

# ٣

آهن جي ٻاڙ ۾ اُٿندڙ آنسن جا ٻگلا هميشه طوفان جي شيشي سان ٽڪيا پيا آهن.

اُن ۾ رهڻ وارا زنده لاشن جا پتلا پنهنجي ٽمٽمائيندڙ زندگيءَ کي هميشه موت جي تيل سان جلائي ويٺا آهن. اُن محل ۾ هر هڪ شيءِ آنڌيءَ جي وڏيءَ ۾ هميشه زلزلي وانگر پنهنجيءَ حد اندر ڪنبي رهي آهي. دنيا هن جو آواز به نٿي ٻڌي سگهي.

هيءَ دنيا به سماج ۾ رهندڙ نيتائن جي هر هڪ ڳالهه پوري ڪري ٿي. هنن جي چراغن جي لاٽ قائم رکڻ لاءِ غريبن جو خون تيل وانگر جلائي ٿي ۽ جڏهن هنن جو خون ختم ٿئي ٿو ته هوءَ اُن جي اڌ جليل ماس کي به تيل جي بدران ڪم آڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿي!

غريب روئن ٿا. هو اُپائڻهار کي سماج جو واسطو وجهي، دنيا ۾ رهندڙ غريبن جو ڀلو چاهين ٿا. ليڪن نڪو سماج هن ٻرندڙ باهه کي پاڻيءَ سان وسائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ۽ نڪو ڀڳوان پنهنجن ٻچن کي مرڻ کان بچائي ٿو.

سماج ۽ ڀڳوان،

ٻئي هڪ نه آهن ته ٻيو ڇا آهي؟

سماج وارا غريبن جي رت جي ٻرندڙ باھ مٿان گيھ
وجھن ٿا جيئن اھا باھ اڃا به زور سان ٻري؛ دنيا ۾
ڪو به غريب زنده لاش اھڙي شاھوڪارن جي درن
تي پھچندو نه رھي؛ رڙيون ڪري وڏي پيٽ وارن
جي ننڊ حرام نه ڪري.

؟ ڀڳوان........

ھو به نه سماج وانگر غريب جو آواز ٻڌي ٻڌڻ جا
ڪن بند ڪريو ڇڏي. ھن جا آنسون ڏسي اکيون
ٻوٽيو ڇڏي جيئن ھو ڀڳتن ٻارن جي تڪندڙ ھرن
کي، جو دل مان چاھي اکين رستي نڪري ٿو، ڏسي
نه سگھي!

سماج جو ستايل ٻکي (انسان) ڀڳوان اڳيان جھولي
ڦھلائي ٿو. ان اميد سان ته ڀڳوان سندس مدد ڪندو.
انھن سماج جي ستايل انسان کي شايد خبر ڪونھي ته
دنيا جو مالڪ غريبن جو نه بلڪ اميرن جو آھي. ھو
دولتمندن جي ئي ٻڌي ٿو ليڪن غريبن جي نه،
آخر ڇو؟

ڇاڪاڻ جو ھن جي ٻانھن ۾ اھڙي طاقت ڪونھي
جو ھو سماج جي ڪرندڙ ٻکر کي روڪي سگھي. ھن
جي قدمن ۾ اھڙي شڪتي ڪونھي جو ھو طوفان اڳيان
اٿي سگھي.

ھيئنر دنيا ۾ انھن انسانن مان ھو چڱي گھر صبوح

جو روئي نهندي هئي ليڪن رات جو گهر ۾ چاهه ٻرندي يا نه انهيءَ جي ڪا به خبر ڪانه هوندي هئي.

نيرو آسمان اڇاڻ ڪي ڇمي مشڪي رهيو هو.

رات جي اونداهي سج جي روشنيءَ کان هارائجي ٻئي لوڪ ۾ وڃي لڪي. چنڊ ۽ تارا به چمڪندڙ موتين وانگر جهڪا ٿيندا ويا ۽ نيٺ گم ٿي ويا.

دليپ سوچڻ لڳو... ٺيڪ ان طرح انسان جي زندگي ۾ موت جي روشنيءَ کان ٻڇي جهڪي ٿيو وڃي. انسان اهو سڀ ڄاڻي ٿو پر تڏهن هوندي به اڻڄاڻ مسافر وانگر سڌو رستو ڇڏي مورکتا جي رستي تي پنهنجو پاڻ ختم ڪرڻ ڇڏي.

پوءِ اوچتو ئي اوچتو دليپ پاڳلن وانگر دليش ۽ سماج جي ٻنيان اچي پيو "جڏهن لموني ملڪ جا ٻه ڀاڱا ڪري وچ ۾ دشمنيءَ جي ڀيانڪ ديوار ٺاهڻ ۾ آئي آهي...انسانيت جو خون ڪري حيوانيت پيدا ڪئي وئي هئي. ساڳيءَ طرح هن دنيا جي مالڪ ۽ غريبي ۽ اميري، انهن ٻن اکرن جي وچ ۾ نفرت جي ڀيانڪ کاهي کوٽي ڇڏي آهي. جيسين ٻئي اکر پاڻ ۾ وڙهڻ لاءِ اڳتي وڌندا رهن ۽ هميشه لاءِ کاهيءَ ۾ ڪري ختم ٿي وڃن.

اُن وقت جيڪڏهن اُشا دليپ کي سڏ نه ڪري ها ته هوءَ شايد سوچيندي پاڻ کان به نفرت ڪرڻ لڳي ها.

"توهان ڇا سوچي رهيا آهيو؟"

"هان؟" دليپ ڇرڪ نند مان اٿيو. مسڪرائيندي چيائين، "سوچي رهيو آهيان ته انسان جو جيون ڪيڏو نه خراب آهي."

"ڇو؟ انسان ٿيڻ لاءِ ته دنيا وارا سڪن پيا ۽ عمر ڀر ڀڳوان کي پرارٿنا پيا ڪن."

"ليڪن پوءِ به هُو انسان ٿي نٿا سگهن."

"ته ڇا اسين سڀ انسان ڪونه آهيون؟"

"انسان نه، صرف انسان جو پتلو آهيون جو رت ۽ ماس جو ٺهيل آهي."

"اهو وري ڪيئن؟" آشا عجب وچان پڇيو.

دليپ ڀاوڪ هو. انسان هوندي به انسانيت جو پتلو هو. جنهن جي اندر دل سان گڏ دماغ به هو. سڀني سان گڏ حقارت هئي. محبت سان گڏ نفرت هئي. پيار سان گڏ ڪروڌ به هو. ۽........

دليپ کي حيرت وچار ڪندو ڏسي آشا وري چيو، "توهانجو ڇا وچار آهي؟ دنيا به ته انسان آهي!"

"ها دنيا انسان آهي. سماج اندر به انسان آهي."

دليپ کلي چيو.

"آشا تون سمجهي ڪونه سگهندين ته هُو سڀ انسان آهن جن جي اندر ۾ نفرت آهي، محبت نه! انسان آهن ليڪن انسانيت ڪونه اٿن!! هو سڀ نياءَ ڇا نه، بلڪ

انياءَ جا پوڄاري آهن جن جي هر ادا مان سوارٿ پيو ٽپڪي ۽ جن جي انگ انگ مان ظلم جي بوءِ پئي اچي ۽ نه پيار جي."

"خير ڇڏيو انهن ڳالهين کي!" آشا دنگ ٿي پئي.

"اڳتي وڌندڙ دليپ ڪڏهن به پنهنجي راهه نه ڇڏيندو آشا!"

"توهان ته پروليون به پيا ڳالهايو!"

"ڇاڪاڻ جو انسان جي زندگي به ته هڪ پرولي آهي!" دليپ هڪ بيت جون ٻه ٽي سٽون دهرائيندي چيو. آشا اُن هڪ ئي ٽڪ جون ڳنڍيون کولڻ ۾ منجهي پئي.

"چڱو آشا! مان بزار مان ٿي اچان ٿو، تون ويهي هن دنيا جي باري ۾ سوچجان. جنهن جا ٻئي هٿ خون ۾ رڱيا پيا آهن."

آشا جلدي چيو، "ها، هڪ ڳالهه چوڻ ته، مان پڇي وٺان!"

"ڪهڙي ڳالهه؟"

"اهائي ته......گهر ۾ سياڻي جيترو ئي اثر آهي. پڙهينءَ لاءِ....!"

"تون به ڪهڙيون نه ڳالهيون ڪرين آشا! اڙي جڏهن پڙهينءَ ٿيندي تڏهن ڏٺو ويندو!"

آشا چپ چاپ ويٺي رهي.

آشا جي دل ۾ ڪروڌ جي جوالا ڀڙڪي اُٿي. هن جو من پيو چاهي ته هڪ هڪ ڪري سڀ چٽ جلائي ڇڏي ۽ ڪلا جو نالو نشان مٽائي ڇڏي جيئن هن ڪانڀوءِ ڪاڻ ناري ڪڏهن به ڪلاڪار سان شادي نه ڪري سگهي! پر هن جي جوالا صرف 'پتني' لفظ سان شانت ٿي وئي. هميشه هوءِ ناري نه بلڪ 'پتني' آهي، هڪ چترڪار جي پتني هڪ ڪلاڪار جي آتما.

پوءِ پلا ڪيئن ٿي اُن وٽ ڪي ڪٽي سگهي جنهن جي چانوُ ۾ پاڻ وڃي آهي؟ ان رستي ڪيئن ڪندا قتا ڪري جنهن تان هن کي خود هلڻو آهي؟

.... .... .... ...

پرنديز شمع تي وهڻ وارو پروانو، وساميل چراغ تي ڪڏهن به ڪونه وهي سگهندو. اکين مان نڪتل آنسون ڪڏهن به ڳلن تي ٽڪا روڪجي سگهن. ڏور - ڏور ٺوڪر کائڻ وارو ڏاڍپڪ هميشه به بزار ۾ گهمي رهيو هو. ٿورا ڪاغذ ۽ پينسل کڻي هوءَ لانگهائن کي پاڳلن وانگر ڏسي رهيو هو. اوچتو ئي اوچتو هوءَ سامهون پينل پڊي عورت کي ڏسڻ لڳو جا ڪيلا خريد ڪري رهي هئي. هوءَ خوشيءَ ۾ ڦوليو نه سمايو ۽ هن آهستي چيو، "واه! ڪهڙو نه سٺو 'پوز' آهي!"

ان وقت ئي هوءَ رستي جي پاسي وٺي پوز ڏسڻ لڳو. نه چار ڏينهن پار هن جو پساڳاڻ ڏسڻ لاءِ ڀوڏاري

اچي ويندا. ڪوبہ وڏو ماڻهو ٿئي ٿو سکيو ڇاڪاڻ جو سڀني کي اها خبر هئي تہ ديپڪ دولتمند جو لاڏلو آهي پر ڪير بہ اهو ڄاڻي ڪونہ سگهيو تہ محلن ۾ رهڻ وارو سون مڙهيءَ سان ڇو گڏجي وارو؟ دنيا وارن کي تہ صرف اهتري خبر هئي تہ اُن اياڻي جي قسمت ئي اهڙي هئي جو هڪ پٽ ڄائس سو بہ پاڳلن وانگر در-در ڀٽڪڻ لڳو.

ديپڪ ٻڍيءَ ڏانهن ڏسندو ۽ لڪيرون کيچيندو رهيو. لانگهائو هڪ نظر ديپڪ تي وجهي مشڪندا اڳتي وڌي رهيا هئا. ديپڪ بہ ڪڏهن کلي پوندو هو- اهو سوچي تہ ڪڏهن کي روئندو ڏسي کلڻ تہ دنيا جو ڪم آهي.

اچا ديپڪ اَڌ ڇتر مس ڏاهيو تہ ٻڍي اڳتي وڌڻ لڳي. هن کي ڪهڙي خبر تہ هڪ غريب ٽٽل زمين تي بيفڪر ويهي هڪڙو ڇتر ڏاهي رهيو آهي. ديپڪ تي ڇرڻ ٻلي ڪري پيئي. هو ٻڍيءَ جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو. ٻار هو-هو ڪري ڇلائڻ لڳا. ليڪن ديپڪ جي دنيا تہ بلڪل نرالي هئي. اهتري ۾ ٻڍي پٺيان ڳٽڻ لاءِ ترسي. ديپڪ اچا زمين تي ويٺو مس تہ ٻڍي هلڻ لڳي. ديپڪ بہ هن جي پٺيان ٽڪڙو ٽڪڙو هلڻ لڳو. ديپڪ ٻڍيءَ کي ڪيٽن چوي، "ترسو، مان توهان جو 'پوز' ڏاهي وٺان."

هو اُٿڻي وڃڻو ته ڪنهن هن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، "دليپ!"

"ڪير، ونود بابو؟" دليپ پٺيان نهاري چيو.

"ها! مان ته ونود آهيان ليڪن تون دليپ آهين يا ڪو ٻيو؟"

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ جو اهو دليپ، جو مون کي ٻه سال اڳ ڏٺو هو، ٻيو هو ۽ تون........!"

چوندي چوندي ونود رڪجي ويو.

"ها، ها اڳيان اهو به چئي ڇڏ ته مان ٻيو دليپ آهيان!" دليپ کلندي چيو.

"اُن وقت دليپ هڪ روشن دليپ هو."

"جنهن ۾ روشني ڪونه هئي. اڄ جو دليپ ٻري-ٻري وسامي ويو آهي پر تنهن هوندي به اُن ۾ روشني آهي."

"اِهو ته ٻڌاءِ ته تنهنجا چمڪندڙ ڪپڙا ڪيڏانهن ويا جن تي توکي هيڏو گهمنڊ هو؟ ڪٿي آهي اهو شان، ڪٿي آهي اُها چاندي جا زهريلي ناگڻ وانگر غرور مٿان ڦوڪارا ڏيئي رهي هئي؟"

"اهي سڀ اجايا آهن ونود بابو! ليڪن هن وسامييل دليپ وٽ نه جن لئي پروانا به. اڄڪلهه ڪيترائين آ

پر اُن ڏيپڪ وٽ جو ٻه سال اڳ پنهنجي گهمڻ ۾ ڇوڙ، پنهنجو پاڻ کي تباهيءَ جي رستي تي قتو ڪري رهيو هو.“

”اهي سڀ شيون توکان پري ڇو هليون ويون؟“

”ڇاڪاڻ جو ڪلا وانجهي اچي چڪي آهي!“

”ڇا تون اُنهن کي ٻڌي پاڻ وٽ رکي ڪو نه سگهندين؟“

”ونود بابو، رکڻ جي ڪوشش ته ڪئي هئم ليڪن ڪلا جي هڪ نئين ڏک سان اهي سڀ شيون برباديءَ جي کاهيءَ ۾ وڃي ڪريون.... ڪيتري نه بڇڙي آهي هيءَ مايا؟“ ڏيپڪ ٺهڪ ڏيڻ لڳو.

”بس هڪ ئي ڏک سان سڀ ڪجهه وڃائي ويٺين؟ اڙي پاڳل! اڃا ته توکي سوين لوڏا کائڻا آهن. پوءِ اهي ڪيئن برداشت ڪندين؟“

”ونود بابو! تتل لوهه کي پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق هر طرف گهمائي سگهبو. هن جي ڳاڙهي رنگ کي ڪنهن به صورت ۾ بدلائي سگهجي ٿو!“

ٻئي اڳتي هلندا رهيا. ونود هن جو مذاق ڪندو رهيو ۽ هو هر مذاق جو جواب ڏيندو رهيو.

”ڇا توکي چمڪندڙ ڪپڙا ڇڏيندي ڏک ڪو نه ٿيو؟“

”ڪلا جو شراب پيئڻ ڪانپوءِ انسان پنهنجو پاڻ بــ ڀلائي وڃي ٿو ۽ پــوءِ هــو خود انهن ڪپڙن کي تلانجلي ڏيو ڇڏي.“

هلندي هلندي دليپ ٻهي رهيو. ونود عجب
چان پڇيو، "ٻهي ڇو ويٺين، دليپ؟"

"هي منهنجو گهر آهي!" دليپ سامهون جڳهه ڏانهن
شارو ڪندي چيو. جڳهه جنهن جو دروازو لٽيل سهاڳڻ
انگر بيسد کليو پيو هو. ونود اکيون ڦاڙي اهو مڪان
سڻ لڳو. چوني جي اڇاڻ نه جاڻ ڪڏهن غم جي
ڏيءَ سان ڌوٻجي چڪي هئي!

"اندر هلو!"

"نه، مان وڃان ٿو!"

"شايد توهان هن گهر ۾ قدم رکڻ به پاپ ٿا سمجهو!"

"اهڙي نه ڪا ڳالهه ڪونهي!" ونود جا قدم مڪان
رف وڌڻ لڳا. ٻئي ڄڻا ڪمري ۾ وڃي ويٺا. ونود
وچڻ لڳو! دنيا ڪيتري نه جلد بدلجندي رهي ٿي!
ڪير ٿي چئي سگهيو ته آڪاش کي ڇهندڙ، محلن ۾
هڻ وارو انسان هڪ ڏينهن پگل ٽٽل جهوپڙيءَ ۾ رهندو
سو به ميواڙ جي جهوپڙيءَ ۾؟ ڪنهن کي خبر هئي ته
ڻن ۾ چانديءَ سان راند ڪرڻ وارو انسان دردر جي
ڪ کائيندو. ونود کان دليپ جو هي حال ڏسي،
هيو نه ٿيو ۽ چيائين، "دليپ تو هي ڇا ڪيو! پنهنجو
ڇڏي تون هتي ڇو اچي رهيو آهين؟"

"ڇاڪاڻ جو مان پاڳل هوس!" دليپ مسڪرائيندي
و، "مون ۾ ايڏي شڪتي ڪونه هئي جو پنهنجن

ڪمزور ڪلهن تي محلن کي سنڀالي سگهان، مان لائق ڪونہ هئس جو سنگمرمر جا ٿنڀ ڏاڪا پنهنجن قدمن سان لتاڙيندو آڪاش کي ڇهڻ جي ڪوشش ڪريان! ونود بابو! توهان کي نہ خبر آهي نہ مان هتي ڇو آيو آهيان. مان هتي انڪري آيو آهيان جو مان گنهگار هئس... ڏوهي هئس. ڇاڪاڻ جو مون نوٽن جي عاليا جلائي ڪلا کي سجايو. هڪ سيٺ ٺاڪر بدران ڇوڪرو ٿيس ۽ ڇو جو ايئر ڪنڊيشن روم مان نڪري ٻاهر اُس ۾ اچي ويٺس. اهو ئي آهي منهنجو سڀ کان وڏو گناهہ، ونود بابو! اڄ اُن جي سزا ڀوڳي رهيو آهيان. اڄ هڪ پڳل ٽٻل ۾ ٻڏو آهيان، جيئن منهنجو پاڳاپيٺو دور ٿئي وڃي ۽ مان گناهہ جو پڇتاءُ ظاهر ڪريان. ڪلا سان پيار جهولي ڇڏي غريبن ۽ ڪمزورن کي ستائڻ لاءِ ظلم جي تلوار کڻان. وڌندڙ طوفان ۽ ڇلندڙ اومانن کي ڪير بہ روڪي نٿو سگهي ونود بابو! سٽن ڪلفن اندر زنجيرن سان ٻڌل ٻڙام جو قيدي بہ پنهنجو پاڻ آزاد ڪرائي منزل طرف وڌي ٿو......! مون کي ڪلا سان پيار آهي، محبت آهي ۽ مون اُن محبت جو محل ناهڻ لاءِ دولت جي عمارت کي کنڊهر ۾ بدلي ڇڏيو. اميريءَ جي خون جو ٽڪو پنهنجي هٿن تي لڳايو ۽ پنهنجو پاڻ کي آزاد سمجهڻ لڳس.

پتاجيءَ چيو، ”هن گهر جون ۽ هن تجوڙين جون

چاهيون سڀپال پا نه هن گهر مان نڪري وڃ." راهه تي
ويندڙ مسافر هر قيمت تي پنهنجيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ
راضي ٿيو وڃي. ونود بابو! مون چاهيو کي ٺڪرائي ڇڏيو
پنهنجيءَ ساڻ گڏ هيڏانهن هليو آيس جيئن منهنجي منزل
جو رستو صاف ٿي وڃي. ظلم جي تلوار ٽٽي پيئي هئي.
ولس جي پاڙ ڪمزور ٿي چڪي هئي.... هي سڀ
مون ڪيو صرف ڪلا جي واسطي.... هاڻي تون ئي ٻڌاءِ
ونود بابو، مون ڪهڙو گناهه ڪيو....؟ پاپ.... اڙي...."
ديپڪ منهن ورائي چلائي اٿيو، "ونود!"

ليڪن ونود ڪٿي هو. هو ته نه ڄاڻ ڪيڏي مهل
اٿي هليو ويو هو.

"ڇا دنيا ٺيڪ ٿي چوي ته مان پاڳل آهيان جو
اڪيلو ئي اڪيلو پنهنجي ساڻ پيو ڳالهايان؟ ونود! گهٽ ۾
گهٽ پوري ڪهاڻي ته ٻڌي وڃين ها ۽ پوءِ چاهين مون
سان نفرت ڪرين يا پيار. شايد مان اُن لائق ڪونه آهيان
جو ڪير منهنجي ڪهاڻي ٻڌي سگهي!" ديپڪ ڀڻڪندو
رهيو، "ڪاش مون کي شروعات ۾ خبر هجي ها ته تون
. اُن رستي تي ڪنڊا پوکيندين جنهن رستي تي دنيا
ڪنڊو ٿي بيٺي آهي ته مان پنهنجي لاءِ هن پاسي
ڪلا طرف) نه نهاريان ها. هاڻ ڇا ٿو ٿي سگهي جنهن
حالت ۾ مان اڄ رستو پار ڪري چڪو آهيان."

اُنهيءَ وقت اُشا ڪمري ۾ اندر آئي ۽ چيو، "ڪنهن

سان پيا ڳالهيون ڪريو؟"

”ٻڌي ڇا ڪندين؟ جيڪڏهن توکي ٻڌايان ته تون بس شايد مون کي پاڳل سمجهي هلي ويندين. دنيا منهنجي ڪهاڻي نٿي سمجهي سگهي ۽ سماج اُن لائق ڪونهي جو منهنجا زخم ڏسي سگهي“

دليپ ٻڪندو ٻاهر هليو ويو ۽ اُشا ڏسندي رهي.

# ۵

"شاديءَ کانپوءِ۔

انسان جي هٿ ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ زنجيرون پئجيو وڃن. هن جي آزاديءَ جو خون ڪري هن جي حسرتن جو گلو گهٽيو ٿو وڃي. هن جي ڪمزور ڪلهن تي هڪ ڪٽنب جو بوجهو وڌو ٿو وڃي. هن جا قدم ڏڪڻ لڳن ٿا ته پيرن ۾ پيل زنجيرون پاڻ ۾ ٽڪرائجو پون. اگر هو پنهنجن هٿن سان اهو بار ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هٿڪڙيون هن ٿان الڙ ڪن ٿيون.

جڏهن اهو انسان روئي ٿو ته سماج کلي ٿي، جانورن وانگر کلي ٿي. سماج ڪونه ٿي ڄاڻي ته جن ڪلهن تي هيترو بار وڌو ويو آهي اهي سنڀالڻ لائق آهن يا نه!

ديپڪ! جو هڪ آزاد پکيءَ وانگر هيڏانهن هوڏانهن پيو ڦرندو هو. جنهن کي دنيا جي ڪابه پرواهه ڪونه هئي. جيڪو سماج جا قاعدا ڪونه مڃيندو هو. اڄ ان سماج جي قانون جي شڪنجي ۾ جڪڙيو پيو هو. هو چلائي ڪري چئي رهيو هو، "ڇا مان ڀڳوان کان پڇي سگهان ٿو ته هيءُ مون سان انصاف ڪرڻ ۾ آيو آهي؟ زبردستيءَ ڪنهن سان هن جو پلئه ٻڌو ويو آهي، جنهن حالت ۾ دنيا کي خبر آهي ته ديپڪ ڪي ڪنهن سان

ته ڪو واسطو ڪونهي! ڇا انهيءَ ڳالهه جي اڌار تي هو پاڻکي نماءَ جو ديوتا ٿو سڏائي؟ ڇا اهي سڀ ڳالهيون ڏسڻ کانپوءِ به سنسار چلائي ڪري ڇڏي ٿو. "ڀڳوان وٽ دير آهي اندهير ڪونهي؟"

"چپ ڇو ٿي؟ وٺين دنيا جا مالڪ؟ ڇا توکي ديا ڪونه آئي جو هن ڪچيءَ مٽيءَ جي ٻاڙ لسي ٻچڙن جو محل ڊاهيئه؟ شايد ان وقت وڌاتا جو قلم ٻڇي پيو هو."

"اگر تو هن معصوم جي ڳنڍ مهڪيءَ زندگيءَ سان ٻڌي ته اُن ڳنڍ جي مضبوطيءَ لاءِ مهڪي اندر ۾ ايترو خون ته پيدا ڪرين ها، جنهن مان اهو جيون ڀر جلائي مهڪي اُن اولاد جو پيٽ ڀرين ها. جنهن کي تو پـل وچان مونکي سپرد ڪري ڇڏيو...."

ڪاش تون ايترو ته سوچين ها ته منزل ته ڊاهي ڀر منزل تي پهچڻ لاءِ رستي جو پتو ئي ڪونهي. اگر تو ڪنهن جون ريکائون ڊاهيون ته ڇونه ٻه چار ڳلن جون ريکائون به ڊاهي ڇڏيئه؟ "پر اُن وقت ته وڌاتا جو قلم ٻڇي پيو هو نه....!"

اڄ چئن ڏينهن کان آشا اسپتال ۾ پئي هئي. هنکي ٻار تپ وارو هو....اُن لاءِ دوائون کپن....پيسا کپن. او دنيا جا مالڪ چوائڻ وارا! هاڻ تون ئي ٻڌاءِ ته دوائون ڪٿان آڻيان؟

"ديوتا سڏائڻ وارا. ڪٿان آڻيان دوائن لاءِ پئسا!

منزل تائين نه ٿوڪي اچي ٿي ليڪن منزل تي پهچڻ لاءِ رستو تائين ڇو پڇجي وڃين؟"

دليپ زور زور سان ٻڪي رهيو هو ليڪن هن جو آواز ٻڌڻ وارو ڪو به ڪونه هو. آواز گلي مان نڪري پٿرين سان ٽڪرائجي گم ٿي ٿي ويو. ميز تي اڌ ٻريل سگريٽ پيو هو ۽ هڪ ڌوئين جو ٿوڻ به پرسان ئي پيو هو. دليپ هڪ دفعو اُن اڌ ٻريل سگريٽ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ هن جي نظر ڌوئين جي ٿوڻ تي ڄمي ويئي، جو ٿوري دير پهرين ٻڌائيندڙ ٽپائيندڙ ڏنو هوس.

ٻه ٻڌائيندڙ تائين ۾ دليپ پورا چار ڏينهن پنهنجي بدن جو خون جلايو. پورا ٩٦ ڪلاڪ هو پنهنجو پگهر وهائيندو رهيو. اُن جي قيمت ملي صرف ڏهه رپيا!

هنڪي چار ڏينهن اڳ جي اها رات ياد آهي جڏهن اُشا هڪ پياڪ رڙ ڪري اٿي. هوُ ٻوڙي اڳيان ويو، اُشا مڇيءَ وانگر تڙڦي رهي هئي.

دليپ جلدي پڇيو، "ڇا ٿيئه اُشا؟"

"ڪجهه نه....توهان....وڃي....سمهي پئو!" اُشا تڪليف ڏبائيندي چيو.

"آخر ڳالهه ڇا آهي؟" دليپ کان رهيو نه ٿيو.

"پيٽ ۾ ڏاڍو سوُر اچي پيو آهي!"

دليپ سمجهي ويو. ڪن پل لاءِ هن جي چپن تي مشڪ نمودار ٿي ليڪن ٻيءَ ڪن ۾ مشڪ گمبيرتا جي

ڪاهيءَ ۾ گم ٿي وئي. هن جي کيسي ۾ صرف ٻه رپيا ۽ ڪجهه ٻڙيون هيون. تنهن هوندي به هن مرڪندي چيو، ”هل ته اسپتال ۾ ڏيکاري اچانءِ؟“

آشا بيچين اکين سان دليپ طرف ڏٺو. ڄڻڪ هوءَ پڇي رهي هئي.

”اسپتال ۾ رپيا ڪيئن، ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ ڇو ڪندڙ فوڪٽ ڪيئن، ڇا توهان وٽ ايترا رپيا آهن؟“ ليڪن دليپ ٻن اکين جو سوال سمجهي ڪونه سگهيو. تڏهن آشا خود ئي چيو، ”رهڻ ڏيو.... پنهنجي پاڻ.... ٺيڪ.... ٿي.... ويندو.“

دليپ سوچي رهيو هو. ”ڪاش! اڄ هن وٽ به رپيا هجن ها! هن جي کيسي ۾ رپيا ڳڙڪن ها ته هن جي زندگي آهون ڪونه ڀري ها. هن جي پياري پتني مٽيءَ وانگر ڪونه ٽڙڪي ها.... ۽ سوچيندي صبح ٿي ويو.

ڪرڻا آڪاش کي چمڻ لڳا ۽ پوءِ خود اُس پنهنجي ٽڙڪڻ لڳا.

دليپ آشا کي ڌرمائو اسپتال ۾ پهچائي ڪري ۽ پاڻ موٽي آيو. هڪ رپيو ٽانگي واري کي ڏنائين. باقي هن جي ڪل پونجي هئي هڪ رپيو. صرف سورهن آنا.

هن جي هٿ ۾ ڊاڪٽر جو ڏنل دوا جو پرزو هو ۽ ٻئي هٿ ۾ هڪ رپئي جو نوٽ.

ڊاڪٽر چيو هو ته آشا جي حالت ٺيڪ ڪونهي

انڪري ٻه سيون ٻه هٽيون پونديون. ديپڪ پرزو ڪڍي
دوائن جي دڪان تي ويو سيون ۽ دوائون ورتائين،
”هينئر منهنجي آشا ڇاڪ ٿي ويندي.... هاڻ هوءَ مڪيءَ
وانگر ڪونه ٿڙقندي.“ اهو سوچيندي ئي هن جي
چپن تي مشڪ نچڻ لڳي.

مشڪندي پڇيائين، ”ڪيتري قيمت ٿي صاحب؟“

دڪاندار ٻل قاڙهيندي چيو، ”ڏهه رپيا انجيڪشن
جا ۽ ڇهه رپيا دوائن جا!“

”ڪل سورهان روپيا؟“ ديپڪ جي بدن ۾ جهٽڪ
ٻجلي ڊوڙي ويئي.

”هٿ ۾ صرف سورهان آنا آهن.... تہ ڇا سورهان
آنا خرچڻ سان آشا ڇاڪ نٿي ٿي سگهي؟“ پوءِ هو خود
کلڻ لڳو. ”پاڳل! ڪڏهن سورهان آنا بہ سورهان رپيا
ٿيا آهن؟ اگر پنهنجيءَ آشا کي ٺيڪ ڪرڻو اٿئي تہ
ڪيئن بہ ڪري سورهن رپين جو بندوبست ڪر......
سورهان چمڪندڙ سڪا ڪٺا ڪر.“

ديپڪ آهستي دوائون دڪاندار جي حوالي ڪيون
۽ واپس گهر موٽي آيو. ڪٻٽ مان ٻه ڊزائينون ڪڍي
انهن کي پوري ڪرڻ ۾ لڳي ويو. اڄ ڇهن ڏينهن کان
انهن ڊزائينن جي هر هڪ ريکا تي پنهنجي خون جو
پسينو وهائي رهيو هو. تنهن هوندي بہ هن جي دل
جي آشا پوري ڪونه ٿي. منزل جي ويجهو ايندي بہ

دور رهجي ويو. ڪناري وقت هوندي به وچ سير ۾ هن کي وهڙو پيو. ڇاڪاڻ ته پنهنجي محنت عيوض هن کي صرف ڏهه رپيا مليا. ڪنهن کي چوي ته هن کي ڏهه رپيا نه بلڪ سورهن رپيا گهرجن؟ ڪنهن وقت دانهن ڪٿي وڃي؟ ڪنهن جي اڳيان پنهنجي آنسن جي جهولي ڦهلائي فرياد ڪري ته ڇا اهو ئي هن سان انصاف ٿيو آهي؟

هن جي آتما روئي اٿي. جڏهن دنيا هن سان انصاف نٿي ڪري ته هو ڇو دنيا سان انصاف ڪري؟ اُشا هن جي ٿي به ڇا؟ مري رهي آهي ته مرڻ ڏيس. هن چاهيو ته سامهون پيل ڏهين جو نوٽ جلائي ڇڏي.

تيلي ٻاريائين.

ڏيئڪ پوريءَ طاقت سان نوٽ جهلي بيٺو پر تنهن هوندي به هن جا هٿ ڏڪڻ لڳا. هو اکيون ڦاڙي ڏسي رهيو هو. هن جي آتما روئي اٿي، ”نه...... هو ائين ڪڏهن به نٿو ڪري سگهي. اُشا هن جي زندگي آهي، هن جو جيون آهي. اُن بنا ئي ته هن جي آتما بدل آهي. انسان ٻين لاءِ ته جيئرو رهي ٿو. انسانيت ٻين لاءِ ئي ته جلي ٿي......؛ ڪلاڪار؟“

تيلي وسامي ويئي......؛ نوٽ کيسي ۾ اندر هليو ويو. هو ڏهين جي نوٽ مان ڪم نپائيندو. صرف سيون (انجيڪشن) خريد ڪندو اگر ڪنهن وقت اوترا پئسا

ڪونه آهن جو هو ڊاڪٽرن جي ٻرزن کي پورو ڪري سگهي، ته ڇا ان جو مطلب اهو آهي ته هن کي دنيا ۾ رهڻ جو ڪو به اڌڪار ڪونهي؟ هو به انسان آهي، هن کي به ٻين وانگر زنده رهڻ جو حق آهي. پوءِ هوءَ ڇو نٿي جيتري رهي سگهي؟ هوءَ ضرور زنده رهندي.... هوءَ ضرور ڇاڪ ٿيندي.... هوءَ ضرور.....؟ ديپڪ ٻڪندو دوائن جي دڪان ڏانهن وڌڻ لڳو.

سيون وٺي جڏهن اسپتال ۾ پهتو ته ڊاڪٽر پڇيس، "ديپڪ بابو! دوائون وٺي آيو آهين؟"

"دوائون ته نه، هي سيون وٺي آيو آهيان!" ديپڪ چيو. ڊاڪٽر هن کان ڪارڊ پڇي تنهن کان اڳ هن چوڻ شروع ڪيو، "ڊاڪٽر صاحب! مون وٽ ايترا رپيا ڪونه آهن جو مان دوائون به وٺي سگهان. ڇا آشا دوائن بنا زنده نٿي رهي سگهي؟"

"زنده ته رهي سگهي ٿي پر زندگي ڪونه رهندي."

"ڊاڪٽر صاحب، غريبن جي هوندي وري ڪهڙي زندگي آهي جو هو بچيل رهن. هن کي زنده رهڻ سان مطلب آهي زندگيءَ سان نه."

"چڱو ترس!" ڊاڪٽر ڪمري ۾ ويندي چيو.

اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڊاڪٽر ٻاهر نڪتو.

"ڊاڪٽر صاحب! آشا جي طبيعت ڪيئن آهي؟" ديپڪ جلدي پڇيو.

”گهٻرائڻ جي ڪابه ڳالهه ڪانهي. باقي ٿوري دير آهي.“

ڊاڪٽر ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو. دليپ اُتي ئي هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. ڪڏهن بيچينيءَ وچان اُٿي ٿي بيٺو ٿي، ڪڏهن ٿڌو شوڪارو ڀري ويهي ٿي رهيو.

اُن وقت ڀت تي ٽنگيل گهڙيال ۾ ٽڪاءَ ٿيا.

”اُف ٽي ڪلاڪ ٿي ويا؟“ دليپ ٻڙٻڙائڻ لڳو.

ايتري ۾ آشا جي روم مان هڪ نرس ٻاهر نڪتي. کلندي اچي دليپ کي چيائين، ”واڌايون هجنوَ دليپ بابو! توهان کي پٽ ڄائو آهي!“ نرس اڳتي وڌي ويئي. دليپ جي چپن تي مشڪ نمودار ٿي ۽ هن آهستي چيو، ”ڌنيواد اُن ڀڳوان جو جنهن هن دنيا ۾ هڪ ٻئي بکئي انسان کي پيدا ڪيو!“

نرس وري موٽي آئي ۽ مسڪرائيندي ڪمري ۾ هلي ويئي. دليپ گمڀير بيٺو رهيو. هن جي مٿي تي ’پيءُ جي پڳ‘ ڀاري ٿي ويئي هئي ۽ هو سوچي رهيو هو ته ”اها پڳ هن جي پائڻ لائق هئي يا نه؟“

# ٦

غريبيءَ سان ٻڪيل چراغن جي لاٽ هڪدم ٽمٽم ڪري ٿي ۽ اُن وقت تائين ٽمٽم ڪندي رهي ٿي جيستائين اُن جي لاٽ هلي رڪجي نٿي اچي.

اڄ دليپ کي پٽ ڄائي هڪ سال ٿيو هو. هڪ سال ڪانپوءِ وري هن جي پتني اسپتال ۾ ٻئي ڪنهن اولاد جي راهه ڏسي رهي هئي. دليپ دوائن جون شيشيون ڊاڪٽر جي سامهون رکندي چيو، "ڊاڪٽر صاحب! آشا جي طبيعت ڪيئن آهي؟"

"ٺيڪ آهي." ڊاڪٽر ٿوري ۾ چيو.

ٿوري دير چپ رهڻ ڪانپوءِ دليپ چيو، "منهنجي سمجهه ۾، منهنجو هت رهڻ جو ڪو به ضرور ڪونهي!"

"جي نه! ليڪن شام جو ته ضرور اچڻو پوندو."
ڊاڪٽر ٻئي ڪمري ۾ ويندي چيو.

دليپ هليو ويو.

جڏهن شام جو اسپتال ۾ آيو ته هن کي خبر ملي ته آشا هڪ ڌيءَ کي جنم ڏنو آهي. دليپ ڪمري ۾ و. آشا دليپ طرف ڏٺو ۽ دليپ آشا ڏانهن. آشا شڪڻ لڳي. ليڪن دليپ جي پيشانيءَ تي ڪيترا ا موتي چمڪي رهيا هئا.

پاسي ۾ هڪ ڇوڪري سمهي پئي هئي.

دليپ ڪجها هٿ اُن ڏانهن وڌايا. دل ۾ پيار جو ڀار اُڇل مارڻ لڳو. هن جو جيءُ پيو چاهي ته هڪ دفعو پنهنجيءَ ڌيءَ کي جهيءَ ٻري سيني سان لڳائي. آهستي آهستي هن جا هٿ وڌيا. ليڪن اُن وقت هن جي هٿن جون آڱريون ڏڪڻ لڳيون.... دل ڌڙڪڻ لڳي.... ۽ پٺي هٿ پياسا ئي موٽي آيا. هن جي آتما چئي رهي هئي، "ڇا انهن ئي سکيو ته تون جنهن ڌيءَ کي اڄ پيار ڪرڻ لئو انهن سان جهڙو پيو ان طرح نياڻي سکڻيدان؟

اگر نه، ته پوءِ هن کي ڪهڙو حق آهي جو پنهنجن ناپاڪ هٿن سان ڀڳوان جي اولاد کي ڇهي.... هن کي ڪهڙو حق آهي جو اُن ٻار کي ڌيءَ ڪري سڏي؟

جيڪڏهن هو هن جو (ڌيءَ جو) پيءُ نٿو پوري سگهي ته ڇا هو پيار به نٿو ڪري سگهي...... ڪنهن سان پيار ڪرڻ ته گناهه ڪونهي.... هوءَ منهنجي ڌيءَ آهي.... مان هن جو پيءُ آهيان...."

"پيءُ؟" دليپ جي زبان تي آيو.

پيءُ ته اُن ٻار جو سو هو، جڏهن اڃا هڪ ئي سال هن دنيا ۾ گذاريو هو. هڪ سال اندر هن نه ڄاڻ ڪيترا ڏينهن پنهنجيءَ ماءُ جي ڪُل ڇاتي چوسي گذار ڪيا هئا.

"ڇا هي ڪجهه به هجي! مان هن جو پيءُ آهيان.

مان هن کي بہ پيار ڪري سگهان ٿو، سعيد ڏئي سگهان ٿو."

۽ دليپ جي هٿن جلدي سهيل ڇوڪريءَ کي ڪُٽي ورتو.

"ڏيءُ!"

آشا خوشيءَ ۾ نہ پئي ماپي، ڇوڪري وانگر ٽپي وٺي ۽ دليپ لڙڪي اٿيو. دليپ کي لڳو تہ هن تمام وڏو پاپ ڪيو هو، جنهن جي سزا هن کي ڀوڳڻي پوندي. ائين ڪرڻ جو هن کي ڪو بہ اڌڪار ڪونہ هو، ليڪن ائين هوندي بہ هن ائين ڪيو، آخر ڇو؟

ان وقت آشا پڇيو، "دوائون تہ وٺي آيا هوندا!"

"ها!" دليپ ويچار ۾ ٻڏجي ويو.

"ڇا سوچي رهيا آهيو؟"

"ڪجهہ بہ نہ...!" دليپ ڳالهہ بدلائيندي چيو، "چڱو آشا! مان هيٺ وڃان ٿو. ٿي سگهيو تہ سڀاڻي صبح جو وري ايندس!"

"۽ ها! ٿي سگهي تہ ٿورو فروٽ بہ آڻجو...!" آشا مشڪي چيو.

"فروٽ!" دليپ ائين چرڪ ڀري اٿي ڪريو. هن جي دل ٿي چاهي تہ دوائن لاءِ هن ڪيترن دڪانن جي خاڪ ڇاڻي هئي ۽ هاڻ فروٽ ڪٿان آڻيندو؟

"پيسا ڪونہ اٿو ڇا؟"

"..........." دليپڪ جواب ڪونه ڏنو.

"توهان چپ ڇو ٿي ويا؟ جيڪڏهن پئسا نه هجن ته ٿيو. فروخت ڪري نه آڻجو!" آشا کلندي چيو. هوءَ عادت کان مجبور هئي پر دليپڪ جي دل ۾ آشا جو کلڻ تير وانگر چڀي ويو.

"آشا تون کلي رهي آهين؟" دليپڪ جلدي چيو.

"هيئر نه کلندس ته ڇا گهر هلي کلندس؟" آشا کلندي رهي.

"آشا! توکي خبر ڪانهي ته هنن ڏهن رپين جي دوائن لاءِ مون کي ڇا ڇا ڪرڻو پيو... ڀلا تون سمجهي ! ڪيئن سگهندين!"

"ڇا توهان ٻئي ڪنهن کان پئسا ورتا آهن؟" آشا جي کل عجب ۾ بدلجي وئي.

"ها!... هڪ اهڙي انسان کان جنهن کان مان نفرت ڪندو هئس... ليڪن مجبوريءَ نفرت جو پڙدو هٽائي پريم ۽ سنيهه کي آسرو ڏنو. مون کي هڪ دفعو ان انسان جي سامهون هٿ ڦهلائڻا پيا جنهن منهنجي نيولي ڪئي هئي."

"توهان ائين ڇو ڪيو؟"

"تنهنجي لاءِ..."

"ڇا مان دوائن کانسواءِ جيئري نٿي رهي سگهيس؟"

"جيئري رهي سگهين ها پر زندگي ڪونه رهي ها.

آشا! ڇا تون ٻڌائي سگهين ٿي ته ان طرح جيئرو رهڻ ۾
ڪهڙو مزو آهي؟ ڀلا هيءَ ڪا زندگي آهي؟ شايد تون
جواب ڏيڻ بدران کلڻ شروع ڪرين ۽ مون کي پاڳل
سمجهي معاف ڪري ڇڏين...... ليڪن ياد رکه آشا! تون
منهنجي زندگي آهين، جيون آهين، آتما آهين.“

جيتوڻيڪ تنهنجو ۽ منهنجو ٻه سرير آهن ليڪن آتما
هڪ آهي. اگر تون صرف رت ـ ماس جو هلندڙ چلندڙ
پتلو بڻجي رهڻ ٿي چاهين، ته ڀلا ڪڏهن تو اهو سوچڻ
جي ڪوشش ڪئي آهي ته هيءَ دليپ جو جلڻ ڪيان
ٿهرڻ وسامي چڪو آهي، ڪيئن جيئرو رهي سگهندو!

آشا! اگر مرد هڪ ڪوهه آهي ته ناري اُنجو پاڻي
آهي. پاڻيءَ بنا ڪوهه، ڪوهه ٿو سڏجي- صرف ڪنڊهر
ٿي ڇڏجي ٿو اُن ڪوهه کي! سرشٽيءَ سان گڏ نر ۽ ناري
ـه پيدا ٿيا آهن.“

”...نه ت...مان ته کلي رهي آهيان...هيءُ ته خوشيءَ
جا آنسون آهن!“ آشا آنسون اُگهندي چيو.

”ڇا توهانکي منهنجي زندگي ايتري پياري هئي
جو توهان ٻئي جي اڳيان هٿ ڦهلايا!“

”آشا! اگر تون ايتري پياري نه هجين ها ته اڄ
تون هن اسپتال ۾ نه ٻلڪ چکيا تي جلندي هجين ها.“

اُن وقت ڇوڪري روئي اٿي. آشا هن کي گود ۾
ـنيو. دليپ هڪ دفعو ڌيءَ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ٻاهر
ـليو ويو.

هن جو دماغ رکي رکي آشا جي هڪ ڳالهه سان ٽڪرائجي ويندو هو.

هن جي اکين سامهون اُن ڏکيءَ جي نوڪريءَ جي کهاڻي نچڻ لڳي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن صبح جو ڇهين بجي گهر ڇڏيو هو ۽ رات جو ڏهين بجي گهر واپس آيو هو!!!

.... ... .... .... ...

آشا اسپتال ۾ ترقي وٺي هئي ۽ ڏيهاڪ (دوائن وٺڻ لاءِ) ڏهين جي نوڪ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن چڪر هڻي رهيو هو. هو ڪمري ۾ ويٺي سوچي رهيو هو، "ڇا ڪلاڪار بڻجڻ گناهه آهي؟ ڇا ڪلا جي لاءِ پنهنجو جيون بليدان ڪرڻ گناهه آهي؟ اگر نه ته پوءِ هن ڪسي ڇو ٿي غريبيءَ جي سزا ڀوڳڻي پئي، جنهنجي پڇاڙي خبر ناهي ڪڏهن ايندي!

ڇو نه هو ۽ دنيا جي ٻين ماڻهن وانگر ٻلوءَ جي پٺڪي هيٺان وڃي آرام جي زندگي بسر ڪري سگهي؟

پر پوءِ هو ۽ اهو سڀ پوءِ اگر هو ۽ ٻين ڪلاڪارن وانگر ڪلا جي سستي ٿي سمجهندو ته ڪلا هن کي سهيل ٿي ڇڏي ويندي... جنهن ڪلا لاءِ هن پنهنجي ماءُ پيءُ ٿي ڇڏيو. ڪلا لاءِ هن آڪاش - چنڊ ۽ سون ۽ چانديءَ جي عمارت ٺڪرائي، هينئر ڀلا ڪيئن ڪلا کي ٺڪرائجي ٿي؟ غريبيءَ جو نالو ئي ته ڪلا آهي."

ڪيسي ۾ هٿ وڌائين، ٻڙن جي ٽڪرن کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونه نڪتو. ”ڇا هي ٻڙن جا ٽڪرا اُٽا ڪي چاق نٿا ڪري سگهن؟ پاڻي برف ٿي سگهي ٿو، پر پاڻي ڪير نٿو ٿي سگهي!“

آهستي ڪپت مان ٻئي چتر ڪڍيائين ۽ ٻزار ۾ آيو. هُو سوچڻ لڳو، ”ڇا هي چتر رستي تي رکي وڪڻي يا اخبار وارن وانگر هوڪو ڏئي وڪڻي؟“

هن کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه پيو اچي. جڏهن حالت ۾ هن اڄ ڪم ئي ڪونه ڪيو هو. اُهو ڀلا ڪيئن ٿو دل ڪري هوڪو ڏئي سگهي؟... اگر هُو رستي ڀرسان ڪٿي چتر ٽنگي وڪڻي ته ڪمبخت پوليس وارو هنکي تنگ ڪري ڇڏيندو ۽ اگر چلائي ته دنيا هنکي پاڳل سمجهي مذاق اُڏائيندي.

اگر دنيا ڏسڻ ٿي چاهي، سمجهڻ نه... اگر سمجهڻ چاهي ته هوءَ ڪڏهن جي انسان کي هنجو نخرو نه سمجهي ها!

هنجي دماغ ۾ آيو، ڇونه ڪنهن سيٺ جي خدمت ۾ وڃي چتر پيش ڪريان؟ گهٽ ۾ گهٽ ايتري ته خبر پئجي ويندي ته اڄ جي اسانجي سماج ڪيتري مضبوط پاڙ تي بيٺل آهي؟

دليپ واجهي هڪ بنگلي تي وڃڻ لڳو. ڦاٽڪ وٽ هڪ پٺاڻ هٿ ۾ لٺ کڻي بيٺو هو. دليپ کي

ڏسي ٻگهڙ جي پيو، اکيون ڏيکاريندي چيائين، "ڪيڏانهن ٿو وڃين؟"

"سيٺ سان گڏڄڻ ٿو وڃان!" ديپڪ نرمائيءَ سان چيو.

"سيٺ جو ڪهڙو ڪم اٿيئي؟"

"سيٺ جو ٿورو ڪم آهي!"

پناڻ جي دل نرم ٿي ڏسي. هو ديپڪ ڏانهن گهوريندو اندر ويو. ٿوريءَ دير ۾ پناڻ ٻاهر اچي چيو، "سيٺ روٽي کائي رهيو آهي. ٻن ڪلاڪن کانپوءِ گڏجي سگهندو."

"ٻن ڪلاڪن کانپوءِ گڏبو!" ديپڪ آهستي دهرايو ۽ واپس وڃڻ لڳو. ايتري ۾ ڦاٽڪ وٽ هڪ ٽانگو اچي بيٺو. اُن مان هڪ عورت لٿي. هڪ ڪاوڙ پناڻ ڏي ڏسندي چيائين، "سيٺ کي ڇا ٿورو ڪم آهي!"

پناڻ اندر ويو. جلدي پناڻ بدران سيٺ خود ٻاهر ڊوڙندو آيو. چيائين، "اڙي تون! اندر ڇو نه هلي آئينءَ؟"

عورت سيٺ سان گڏ اندر هلي وئي. ٽانگي وارو ڀاڙو وٺڻ لاءِ بيٺو هو ۽ ديپڪ ٻڪندو هليو ويو، "ٻن ڪلاڪن کانپوءِ ملي سگهندو!"

"اهي اسانجا نيتا جي هڪ غريب جي فرياد ٻڌڻ مهل ڪن بند ڪريو ويٺا آهن ۽ ڪنهن آواره عورت جي آواز تي ٻاهر ڊوڙيو اچن!"

ٻن ڪلاڪن کانپوءِ دليپ وري آيو ۽ ٿوري دير
در وٽ بيھڻ کانپوءِ سيٺ وٽ پهتو.

سيٺ دليپ کي ڏسندي ئي چيو، "ڇو ڇا ڳالھ آهي؟"

"سيٺجي!...." دليپ جو آواز ڳلي ۾ ڦاسي پيو.

دليپ سوچڻ لڳو ته سيٺ هن کي نراش نه ڪري.
هوڏانهن سيٺ سمجهڻ لڳو ته نوڪريءَ لاءِ آيو آهي.

دليپ ڪجھ چوي تنهن کان اڳ سيٺ چيو، "هتي ڪا به جڳھ خالي ڪونهي."

"ليڪن سيٺجي...!"

"چيم نه سڀني، مون کي ڪو به نوڪر ڪونه کپي."

"سيٺجي مان نوڪريءَ لاءِ ڪونه آيو آهيان." هن پوري شڪتي گڏ ڪندي چيو.

"نوڪري نه ته ڇا ڀکيا وٺڻ آيو آهين؟" سيٺ گرم ٿيندي چيو

دليپ جلدي ورتو. هن جو من پيو چاهي ته سيٺ جو ڳلو گهٽي ڇڏي جيئن هن کانپوءِ هو ڪنهن غريب جي بيعزتي نه ڪري سگهي.

ليڪن هو نه چتر وڪڻڻ آيو هو نه ڪ ڳلو دٻائڻ.
دليپ شانت آواز ۾ چيو، "هي چتر وڪڻڻ آيو هئس."

"ڪهڙا چتر آهن؟" سيٺ آهستي چيو.

دليپ هڪ هڪ ڪري پنج چتر سيٺ جي سامهون

رکيا. ڇٽر نہ سڙڻ کانپوءِ هن چيو، ”ڇٽر تہ ڪمال سٺا ٿيا آهن ليڪن هينئر مون کي کپ ڪونهي.“

ديپڪ تڙقي اٿيو، ”مگر....“

”پر هاڻ توهان آيو آهيو تہ مان نٿو چاهيان تہ مون وٽان نراس ٿي وڃين.“ سيٺ عينڪ مان ڏسندي چيو.

”توهان جي ذاتي مهرباني ٿيندي.“ آواز ۾ درد هو.

”چڱو، هنن پنجن ڇٽرن جو ڪهڙو ڏيانءِ؟“

”جيڪا توهان جي مرضي!“ ديپڪ ٿڪي ڪل کلندي چيو. ڇاڪاڻ جو هنکي وشواس هو تہ پنج ڇٽر جنجي قيمت سؤ رپيا آهي، گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ رپيا تہ پڪ سيٺ ڏيندو!

سيٺ تجوڙي کولي هڪ ڪري پنج نوٽ ديپڪ جي سامهون رکيا. ديپڪ جي سر ۾ بجلي ڊوڙڻ لڳي.

”پنجن ڇٽرن جا صرف پنج رپيا؟ جنجي قيمت سؤ رپيا آهي!“ ديپڪ جلندڙ دل سان چيو، ”سيٺجي! پنجن ڇٽرن جا صرف پنج رپيا!“

”پوءِ تہ ڇا پنج سؤ رپيا ڏيان توکي؟“ سيٺ چيو، ”پنج رپيا ڪو گهٽ ڪونہ آهن.“

”گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ رپيا تہ ڏيو سيٺجي.... منهنجي ننڍي اسپتال ۾ پئي تڙقي. ان لاءِ دوا آڻڻي آهي.“

اُنهيءَ ڪري نه سؤ روپين جا چتر صرف ڏهن رپين ۾ وڪڻي رهيو آهيان سيٺجي!"

"ليڪن مان نه پنجن رپين کان وڌيڪ ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان."

"ايترو اَنياءُ نه ڪريو سيٺجي! گهڙو پورڻ کانپوءِ ڇلڪندو آهي!"

"تون چتر وڪڻڻ آيو آهين يا نياءَ جو ديوتا بڻجي آيو آهين؟ کڻي وڃ پنهنجا چتر، مون کي ڪونه گهرجن!"

سيٺ چتر کڻي ديپڪ طرف ڦٽا ڪيا. ديپڪ ڏسندي رهجي ويو هن جي چترن جي بيعزتي ٿي رهي هئي ۽ هو خاموش بيٺو هو. سيٺ هن جي سامهون ڪلا جي تذليل ڪري رهيو هو ۽ هو مجبور قيديءَ وانگر آنسون پي رهيو هو.

"بيٺو ڇو آهين؟ کڻي وڃ پنهنجا چتر!" سيٺ دٻائيندي چيس.

ديپڪ هڪ دفعو آلين اکين سان سيٺ طرف ڏٺو ۽ پوءِ چتر کڻي ٻاهر هليو ويو.

اها ئي آهي ڪلا جي عزت، جنهن کي سماج جي حرام خورن بيعزتيءَ جو روپ ڏئي ڇڏيو آهي. ديپڪ اهي چتر کڻي ٻئي بنگلي تي ويو. ليڪن هر هنڌ بيعزتيءَ کانسواءِ ڪجهه به ڪونه مليس. صبوح مان شام ٿي چڪي هئي. ليڪن هو (ديپڪ) پياسو، جتي

وهو اُتان نراس ٿي موٽيو.

اهڙي قدر جو هندي آتما ۾ ڪلا جي خلاف ٿي چوڻ لڳي، ”اها ٿي ڪلا جي عزت آهي. ڪاش هن کي ڀهران خبر هجي ها ته ڪلا هن ’نوڪر‘ جو نالو آهي ته هو ڪڏهن به ان کي پنهنجيءَ دل ۾ جڳهه ڪرڻ نه ڏئي ها.“

ٻرا ۾ ٻئيون ٻري ڇڪيون هيون. ليڪن ديپڪ در-در جون ٺوڪرون کائيندو رهيو.

اوچتو ٿي اوچتو هوءَ تيزيءَ سان ونود جي گهر طرف وڌڻ لڳو، ”ان لاءِ ته ونود کان پڇي ته ڇا انهيءَ جو نالو ڪلا آهي....اهائي ڪلاڪار جي زندگي آهي. ٿڪڙا قدم کڻندو هو ونود جي گهر اچي پهتو. ونود چپ ٿاهي رهيو هو.

ديپڪ وڏي شرط وڏي آواز ۾ چيو، ”پڇي ڇڏ اهڙي برش کي جو ڪلاڪار جي هر قدم لئي ڪنڊا ٿو پوکي.“

”اڄ ديپڪ! اڄ گهڻن ڏينهن کانپوءِ تنهنجو ڏرشن ٿيو آهي!“ ونود کلندي چيو.

ليڪن ديپڪ وڏيڪ پڇرجي وٺو، ”ونود بابو، ڇا مان توهان کان پڇي سگهان ٿو ته اهائي ڪلا جي عزت آهي؟ جڏهن ڪي سماج بي عزتيءَ جو روپ ڏئي ان جي

نيلامي ڪري رهي آهي؟ ڇا ڪلاڪار جي عزت در-در جي ٺوڪر ۾ آهي؟ در-در جي ڀيک آهي؟ لعنت آهي اهڙي انسان کي جو ان عزت تي به هن دنيا ۾ رهيو پيو آهي.... اگر مونکي پهرين خبر هجي ها ته ڪلا اهڙي تڇ چيز آهي جا مٽيءَ جي اگهه ۾ به نٿي وڪامي ته مان ڪڏهن به اُن سان پيار ڪونه ڪريان ها، بلڪ هڪ ئي لت سان اُن کي ڦٽو ڪري ڇڏيان ها.

"آخر ڳالهه ڇا آهي؟"

"ڳالهه؟ ڳالهه ته سماج جي انهن حرام خورن کان پڇ جي ڪلا کي هڪ رانديڪو سمجهي چئني طرف ڦيرائي رهيا آهن، لت جي هڪ ٺوڪر سان جنهن طرف چاهين اُن طرف ڦٽو ڪيو ڇڏين. اها ڳالهه تـ تون پنهنجيءَ دل کان پڇ جنهن جي چوٽ تي تون پاڻ کي ڪلاڪار سڏائين ٿو. تون ۽ دنيا جا سڀ ڪلاڪار رڙيون ڪري چوندا آهيو ته ڪلاڪار دنيا جو سڀني ۾ سٺو ماڻهو آهي انسانيت جي جيئري جاڳندي تصوير آهي."

"منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به ڪونه آيو دليپ!"
ونود عجب ۾ پئجي سوال ڪيو.

"توهان سمجهي به ڪين سگهندا؟" دليپ ٺوڪيندي چيس، "هيءَ ڏسو توهانجي ڪلا! هي وڪڻڻ تي خبر اٿوَ گهٽي قيمت ملي رهي آهي؟ پنج روپيا. پنجن روپين کان وڌيڪ توهانجي ڪلا جو ملهه ئي ڪٿي آهي........

صبح کان وٺي ٽرڪرون ڪائيندو رهيس ليڪن ڪير به پنهنجن رپين کان وڌيڪ ڏيڻ لاءِ راضي ڪونه هو........ڇا مان پڇي سگهان ٿو ته اهائي ٽوهان جي ڪلا جي عزت آهي....اها آهي انجي قيمت..."

"دليپڪ!"

"هن سؤ رپين جي چترن کي مان صرف ڏهن رپين ۾ نيلام ڪري رهيو هوس...ليڪن ڏهه رپيا به ڪير ڪونه ڏئي سگهيو ونود بابؤ! اهتري قدر جو عاڻهو پنهنجن رپين ۾ هي چترو ونندي به نڪ پيا موڙين...لعنت آهي اهڙي ڪلاڪار کي جو پنهنجي ڪلا تي گهمنڊ ڪري ٿو....

"لعنت آهي اهڙي ڪلاڪار کي جيڪو پنهنجي ڪلا وڪڻي ٿو!"

دليپڪ جي ڳالهه پوري ٿيڻ کان اڳ ئي ونود واڪو ڪندي چيو، "ڇا...ڇا چيئه...!" دليپڪ جا هوش حواس وڃائي ويٺو هو.

"اهوئي! ته تو جهڙي انسان کي شرم، اچڻ گهرجي جو رپين لاءِ پنهنجي ڪلا بزار ۾ وڪڻي رهيو آهين...."
ونود جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو، "شايد توکي خبر ڪونهي ته ڪلا کي دنيا جي ڪابه طاقت خريد نٿي ڪري سگهي....ته پوءِ هي سماج جا ڪوڙا نيتا ڇا خريد ڪري سگهندا؟"

دليپڪ جو ڪنڌ جهڪيل هو. اها ٽائين هؤ ڪلا کي

صرف پيٽ پرڻ جو ساڌن سمجهي رهيو هو. جيتوڻيڪ اڄ هن کي خبر پئي ته ڪلا ڪهڙي چيز آهي! هيئر هنکي خبر پئي ته ڪلا ڪيتري نه مهانگي آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو جيون بہ بليدان ڪرڻو ٿو پوي.

"دليپڪ! سوچي ڇا رهيو آهين؟ ذرا آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏس ۽ پنهنجيءَ پڪيءَ (پڪائيل) دل کان پڇ، جنهن جي ڪري ئي تون پاڻ کي ڪلاڪار چوائڻ جو حق ٿو گهرين؟ اڄ جا ڪلاڪار ڪلا کي صرف رپين ڪمائڻ جو رستو سمجهي رهيا آهن. پيٽ پرڻ جــي دوا سمجهي رهيا آهن. ڪلا کي رپين سان تورين ٿا، پڪ سان نہ. دليپڪ! ياد رک، ڪلا جي آتما پڪ آهــي، رپيا نہ."

"مان پنهنجي وس ونود بابوءَ! مونکي خبر ڪونہ هئي تہ ڪو ڪلا اهڙي چيز آهي جنهنکي سنسار جي ڪابہ طاقت خريد نٿي ڪري سگهي." دليپڪ جي آواز ۾ پڇتاءُ هو.

"هيئر تہ خبر پئجي ويئي؟"

"ها! هيئر خبر پئي اٿم. چڱي طرح خبر پيم. مان انجام ٿو ڪريان ونود بابوءَ! رپين جي لاءِ ڪڏهن بہ ڪلا نہ وڪڻندس. اڄ توهان مون جهڙن هــزار ڪلاڪارن کي اُنڌڪار جي کوهہ مان ڪڍي روشني ڏيکاري آهي."

"اگر اڃا به تون پنهنجي رستي تي هلڻ لڳين ته..."
"ليڪن پير ڏگمگائي رهيا آهن ونود بابو!"
"اڃا ته پهرين واهه مس پار ڪئي اٿئي دليپ!"
"اگر منهنجي پيرن ۾ "زنجيرون" نه پيل هجن ها، جيڪر هر واهه ڪلهدي پار ڪريان. ليڪن...." دليپ جي اکين مان ٻه بوندون آنسن جون ٽپڪي پيون.

"منهنجي دل کان پڇو ونود بابو! صبوح کان ونئي در-در جون ٺوڪرون کائي رهيو آهيان چاڪاڻ جو منهنجي پتني اسپتال ۾ پئي تڙپي."

"اوهه! ته تون انهي ڪري پنهنجي ڪلا صرف ڏهن روپين ۾ وڪڻي رهيو هئين؟"

"..........!"

"چڱو ٻُرس!" مان تنهنجي لاءِ ڪجهه روپين جو پربند ڪريان ٿو." ونود ائين چوندو مٿي هليو ويو.

ونود مٿي جي پنهنجي پتنيءَ کي چيو. "رنجنا! مون صبوح توکي ڏهه روپيا ڏنا هئا نه، اهي ته ڏجان!"

"ڇا ٿا ڪريو؟" رنجنا نوٽ ڏيندي چيو.

"ڏيڻا آهن!"

"ڪنهن کي؟"

"هڪ پينٽر راهگير کي!"

"ڇا مطلب؟"

"هڪ ڪلاڪار کي ڏهن روپين جي ضرورت آهي.

هو صرف ڏهن رپين لاءِ پنهنجي ڪلا وڪڻي رهيو آهـــي!"

"ته توهانکي خريد ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟"

"مان خريد ڪونه ٿو ڪريان، بلڪ هن کـــي رپيا ڏئي رهيو آهيان. جيئن هو هيڏو وڏو پاپ نه ڪري وهي!" ونود مشڪي چيو.

"ليڪن پاڻ وٽ ته نه صرف ڏهه رپيا آهن!"

"ڪابه ڳالهه ڪونهي! اگر هن ڏهن رپين ڏيڻ سان ڪو ڀليل انسان پنهنجي رستي تـــي اچي وڃي ته ٺهيو ........"

"اسين پاڻ بکيا مرون!" رنجنا وچ ۾ ئي چٽي ڏنو.

"پيڙيءَ کي پار پهچائڻ وارو ملاح ڪڏهن به ڪونه ٻڏندو رنجنا؟"

"اسين چاهي مري پئون ليڪن ٻيو ڪو بکيو نـــه مري.... شايد پنهنجيءَ قسمت ۾ روئڻ ئي لکيل آهي!" رنجنا جي اکين مان آنسون وهڻ لڳا.

ونود انهن آلين اکين کي ڏسندو هيٺ هلي ويو. پنهنجي گهر جي ڪل ملڪيت ديپڪ ڏانهن وڌائيندي چيائين، "وٺ ديپڪ! تون پنهنجو ڪم نڀاءِ ليڪن منهنجون ڳالهيون ياد رکج!"

"مگر توهان...."

"اسان وٽ اچا ۽ ٿورا رپيا پيا آهن...." ونود ڪرڻ ڳالهائيندي چيو.

ڊيپڪ نرمت وٽي اسپتال ڏانهن ٿي وڃڻ لڳو. ڊيپڪ خوش هو جو هن جي اشا هينئر نيڪ ٿي پوندي.

هو ڏانهن ونود مشڪرائي رهيو هو جو هن هڪ ڪلاڪار کي پنهنجي ڪل ملڪيت ڏئي کڏ ۾ ڪرڻ کان بچايو هو!

# V

رات ٿي چڪي هئي پر چنڊ ڪونه نڪتو. تارن آسمون ڪونه وهايا ۽ نڪو چڪور ٿي پنهنجي اڙق ظاهر ڪئي. آڪاش ڪـي بادلن پنهنجيءَ جهوليءَ ۾ لڪائي رکيو هو. هوا بہ ٻڪن تي پردو وجهي ڇڏيو هو.

هن انڌاري ۾ دليپ آهستي نهر جو ڪنارو وٺندو وڃي رهيو هو. هوا جي جهونڪي سان گڏوگڏ دليپ بہ جهومي رهيو هو. دنيا کان دور، ڪلاڪار پنهنجيءَ ڪلا ۾ ڪوهيل ڪجهہ ڳولهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. نديون نديون لهرون ڪنهن ڪناري سان ٽڪرائجي، نراشا جو دامن پڪڙي موٽي رهيون هيون. اُن وقت دليپ جي ڪنن لـي ڪنهنجي سڏڪن جو آواز پيو. هنجي وچار ڌارا ٽٽي پئي. هنجا پير ٻهي ويا ۽ اکين جا تارا هيڏانهن هوڏانهن نچڻ لڳا. هن جا قدم تيز ٿي ويا. هاڻي سڏڪن جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ پئي آيو. ڌيان سان ڏٺائين تہ سامهون پٿر تي هڪ عورت ويٺي ويٺي سڏڪا ڀري رهي هئي. هن جي گود ۾ هڪ ٻار هو. دليپ هن جي ويجهو ويو. عورت چرڪ ڀريو پر زبان ڪونہ کوليائين. هوءَ اکيون ڦاڙي دليپ ڏانهن نهارڻ لڳي.

”تون ڪير آهين؟“ ديپڪ عورت کان پڇيو.

”هڪ ناري، جنهن جا ٻچا اڄ جدا ٿي چڪا آهن.“ عورت آهستي چيو.

”هتي ڇا ٿي ڪرين؟“

”پنهنجيءَ قسمت تي آنسون وهائي رهي آهيان. اگر توهان منهنجو ساٿ ڏيڻ چاهيو ته توهان به اچي هتي وهو ۽ مون وانگر آنسون وهايو!“

”ڇو؟“

”ڇو جو توهانجي سماج مري چڪي آهي. اڄ جو جنازو به نڪري چڪو آهي. توهانجي سماج کي جهڙي جلايو پيو وڃي تنهن هوندي به توهان پڇي رهيا آهيو ته ڇو روئان؟“

”تون پاڳل ته ڪونه ٿي پئي آهين؟“

”پاڳل ته آهيان جو سماج کي ڳاريون ڏئي رهي آهيان!“ اُن عورت آلين اکين سان ڏسندي چيو.

”هيءُ ٻار ڪنهن جو آهي؟“ ديپڪ ٻار طرف اِشارو ڪندي چيو.

”توهان جهڙي سماج جي هڪ ٺيڪيدار جو جنهن هن کي پنهنجو پٽ سڏائڻ کان انڪار ڪيو. هن کي پيءُ ٿيڻ جو شوق هو ليڪن...!“ چوندي چوندي عورت اوچنگارون ڏيڻ لڳي، روڪيل نير وهڻ لڳو!

دليپ سمجهي ورتو ته دنيا هن جي ڪمزوريءَ جو ناجائز فائدو وٺي هنکي ٺڪرائي ڇڏيو آهي.

"هينئر ڪيڏانهن وڃڻ لڳينءَ؟"

"مؤت جي گود ۾!"

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ جو دنيا مري چڪي آهي. سماج جلي چڪي آهي. هن جا ڪن ٻوڙا ٿي پيا آهن. پوءِ مان ڇو جيئري رهان؟" عورت پاڳلن وانگر چيو.

"آتم هتيا ڪرڻ پاپ آهي!"

"ڇا آتما کي ستائڻ پاپ ڪونهي؟"

"خير! اُٿ مون سان گڏ هل!"

"ڪٿي؟"

"منهنجي گهر!"

"...........!"

"هل!"

دليپ ٻار کڻڻ لاءِ هٿ وڌايا. عورت چپ چاپ ويٺي هئي. دليپ ٻار کنيو ليڪن کڻندي ئي ٻار جي گردن لٽڪي پيئي.

"اڙي!" دليپ گهٻرائجي چيو. هن جي دل روئي آئي ۽ اکين مان آنسون ڪرڻ وهيس.

عورت شانت ويٺي سڀ ڏسي رهي هئي.

"هي ڇا؟" دليپ جي آواز ۾ ڏڪڻي هئي.

"هي مري چڪو آهي!" عورت آهستي چيو.

"هي ڪيئن مئو؟"

"انهي ته مون کي به خبر ڪونهي ته هي ڪيئن مئو؟ ليڪن مري ضرور چڪو آهي."

"آخر تون ڪير آهين؟ هي سڀ ڇا آهي؟" ننڍڙيءَ هن مون ڳالهيون ٻڌي خفي ٿي اليو.

"اها هڪ وڏي ڪهاڻي آهي، بابو! توهان ڪونه ٻڌي سگهندا!"

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ جو راهگير هلندي هلندي ٿڪجي پوي ليڪن رستو ختم ڪونه ٿو ٿئي!"

"تنهنجي ڪهاڻي ايڏي وڏي آهي؟"

"ها! ۽ شايد ان کان به وڏي ٿي پوي!"

"ذرا مان به ٻڌان ته سهي!"

"اڇا تہ رستو ختم ٿــي ڪونه ٿيو آهي ته منزل ڪٿان ايندي؟"

"پوءِ به جيترو رستو هلي آهين!"

"نه بابو! تون به سماج جو هڪ انگ آهين. منهنجي ڪهاڻي سماج جي منهن تي ٿڦڙ هڻڻ واري ڪهاڻي آهي شايد توهان کي خراب لڳي! جيستر نه مان روئي رهي آهيان پوءِ شايد روئي به نه سگهان. نه...نه...توهان جتان آيا هئا اوڏانهن هليا وڃو...مان توهانکي ڪهاڻي نٿي ٻڌائي سگهان...نٿي ٻڌائي سگهان!"

”تون غلط سمجهي رهي آهين. مان به سماج جو هڪ باغي آهيان!“

”باغي؟.......سچ، بابو.......ڇا توهان به مون وانگر ترقي رهيا آهيو؟ ڇا توهانجي آتما کي به ڏکوئو ويو آهي، بابو؟“

”ها! ٻچ نه!! راهگير ئي راهگير جو ساٿي آهي. جڏهن بيهر ساڻ پير ملي ٿو تڏهن ئي رستو پار ٿئي ٿو.“

”تڏهن ته مان ضرور پڇائيندس. اڇو، منهنجي پرسان اچي وهو. جڏهن راهه ۾ ڪو ساٿي ملي ٿو ته راهگير سولائيءَ سان رستو پار ڪري ٿو.“

”ليڪن پهرين هن بسار کي نهر جي گود ۾ سمهاري اچون!“

”نه بابو! اگر ملاح ئي ڪونه هوندو ته ٻيڙي ڪير هلائيندو؟ جڏهن شمع خود جلي ٿي، تڏهن ته پروانو جلندو آهي. ٻيا پوءِ رستو ڪير ماپيندو؟“

”.......!“ دليپ کي به جواب ڪونه ڏنو.

”بابوجي، ولهي رهو! ٻڌو منهنجو ننڍڙو داستان! شايد منهنجي مرڻ کانپوءِ هن ڪهاڻيءَ کي ماڻهو مذاق سمجهن يا دنيا وارا ”ڪهاڻي“ سمجهي هنجو اکر اکر جدا ڪري ڇڏين.“

دليپ ماٺ ڪري ويهي رهيو.

۽ هوءَ عورت چوڻ لڳي......



ننڍين ننڍين ٻچڙين جو ٿهيل ڳوٺ زماني جي هوا ۾ وهي رهيو هو. ڳوٺ جي چوڌاري طرف ساوا کيت پنهنجي جوڀن تي فخر وٺي رهيا هئا. سج اڀرڻ کان اڳ ئي جتي هاري ناري هر ۽ ڏاند سان وٺيو دنيا جو پيٽ ڀرڻ لاءِ اچيو ٻهن ۽ شام جو سج جي پهاڙ کي ڪرڻي سان گڏ گهر واپس وڃن، اهڙي ئي هڪ ڳوٺ ۾ جمنا جوانيءَ جي پينگهه ۾ لوڏا کائڻ لاءِ پهريون قدم رکيو.

جمندي ئي ماءُ کي جهٽڪ ڳرڪائي ويئي، هاڻي صرف پيءُ هئتي ماءُ جي ممتا ورسائڻ لاءِ هن کي پالي رهيو هو. جمنا جوان هئي ۽ ڳوٺ جي زميندار بهادر-سنگهه جو لاڏلو پٽ ڪنور دائود سنگهه به جوان هو ۽ ٻنهي جو ٻالڻ ۾ ڪڏهن کان پيار جو رشتو هو ان جي خبر ڳوٺ ۾ ڪنهن کي به ڪونه هئي. جيتوڻيڪ ڳوٺ وارا هنن کي ننڍپڻ کانوئي گڏ راندڪون ڪندي ڏسندا آيا. ليڪن ڪنهنکي ڪهڙي خبر ته ننڍپڻ جو کيل جوانيءَ جو کيل بڻجي پوندو!

ٻاراڻي اوستا کان جوانيءَ تائين جيترا ڏينهن ٿيندا آهن، انهن جي هڪ پل هيئنان ٻنهي جو پيار

وڌندو رهيو. اهڙي قدر جو هڪ ٻئي کي ڀلائڻ هاڻ ٻنهي لاءِ مشڪل ٿي پيو. مشڪل ڇا پر وس کان ٻاهر هو!

هاڻي هُن جي پيار تي دنيا جا ٻادل ڇانئجي رهيا هئا. انڪري هاڻي هو اڪثر رات جو گڏجي ليلا-مجنون جي ياد تازي ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن دائود سنگهه چيو، "جمنا! ڪيترو نه جلد پنهنجو ٻچپڻ گذري ويو ۽ هاڻي...."

"۽ هاڻي جواني اچي وئي! ڪيئن! اهو ٿي نه؟" جمنا جملو پورو ڪيو.

"ها!"

"نه پوءِ؟"

"اهوئي اسانجي جيون جو ٻيو دؤر شروع ٿي رهيو آهي."

"۽ اسان پنهنجي پيار جي ٻئي ڏاڪي تي قدم رکيو آهي!"

"پنهنجي اڳيان ڀيانڪ کاهي آهي!"

"ڏاڪڻ شڪست کاڌل ٻيڙيءَ وانگر ٽٽي پئي آهي." جمنا وري چيو ۽ ٻئي کلڻ لڳا.

"تون کلي رهي آهين جمنا؟ ڪٿي ڏاڪڻ تان پير نه ترڪي پيو." ڪنور چيو.

"غريبن جا پير ترڪڻ تي سنڀالي وٺندا آهن ۽ ها، محبت جو رستو نه طوفان جي وچمان ٿي هوندو آهي!"

"طوفان سان پيار ڪرڻ وارا ڪڏهن ٻڌجي، ويندا آهن.......!"

جمنا دائود سنگهه جي گود ۾ ليٽي آسمان ڏانهن نهاري رهي هئي. ۽ هو جمنا جي وارن ۾ هٿ ڦيرائي هن جي اکين ۾ نهاري رهيو هو.

دائود سنگهه جو منهن هيٺ ٿـــي جهڪيو ۽ ٻئي مـــرڪڻ لڳا. جمنا شرمائجي وئي. اُن طرح هنن ٻنهي پيار جو ڏاڍو ڏکيو ٿيندو ويو ۽ هنن جي پيار جي چوٽي آڪاش جـــي چنڊ ۽ تارن کي ڇهڻ جـــي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

جمنا جو پيءُ پتا پلا اهو سڀ، اُنهن اکين سان ڪيئن ٿي ڏسي سگهيو، جن ۾ روشني ئي ڪونه هئي. هـن جون اکيون تـه صرف زنده پتلين وانگر نچي رهيون هيون. هو ته سوچي رهيو هو ته سندس ڌيءُ ڪڏهن ۾ غلط رستي تـي نه هلندي، جنهنکي هن خون پسينو هڪ ڪري پاليو هو. هوءَ اهڙو ڪوبه ڪم ڪونـه ڪندي جنهن ڪري ٻڍي پيءُ تي ڪلنڪ جو ٽڪو لڳي. هو ته سمجهي رهيو هو ته ٻوٽو ٻيون لاءِ ٿـــي لڳايو ويندو آهي نه ڪ ڪنبن جي لاءِ!

هنکي خبر هجي ها ته جمنا پنهنجي انڌي پيءُ کي اوندهه ۾ رکي پرميءَ سان ملڻ ويندي آهي تـــه هو اُڏامڻ کان اڳ ئي هن جا پر ڪٽي ڇڏي ها.

هڪ ڏينهن جمنا دائود سنگهه کي چيو، "ڪٿي ائين نه ٿئي ته اوهان ڪناري تي پهچي ٻيڙيءَ کي وچ سير ۾ ڇڏي ڏيو!"

"نه جمنا! مان ته اهڙو مسافر آهيان جو ٻيڙيءَ سان گڏ ئي ڪناري تي پهچندس، ٻيءَ حالت ۾ مان پنهنجو پاڻ کي به وچ سير ۾ ٻيڙيءَ سان گڏ ڇڏي ڏيندس"

"مونکي ڊپ ٿو لڳي ڇوته سرڪار ته اسان جي سماج اسانجي پريم جي شيشي کي چڪنا چور نه ڪري ڇڏي. توهان هڪ زميندار جا پٽ آهيو ۽ مان هڪ غريب ڪسان جي نشاني. توهان جي وڏي ۾ وڏي گناهه کي ڳوٺ وارا ياد نه ڪندا ليڪن منهنجي ننڍي غلطي به کليل سڀا ۾ ظاهر ڪري رکندا."

"جمنا تون به ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ڪرين! شايد توکي خبر ڪونهي ته پريم جو سودو دل سان توريو ويندو آهي، رپين سان نه. پيار ته اسين ٿا ڪريون، پوءِ ڳوٺ وارا ڇو ٻريءَ نگاهه سان ڏسندا؟"

"انهن جو دستور جو آهي. انهن جو قانون جو آهي!" جمنا جون اکيون ڀرجي آيون.

"پڳلي آهي قانون به اسان ماڻهن ئي ته ناهيا آهن!"

"ليڪن اسين غريب ته اهي قانون ڪونه ٿا ناهيون! ان ڪري قانون اوهان شاهوڪارن جو همدرد آهي." جمنا چيو.

"اڇا ته منزل پري آهي جمنا!"

"ڪيئن به ڪري اوستائين پهچڻو تي پوندو"

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ جو سڀ ڪجهه لتاڙي چڪي آهيان."

جمنا شرمائجي وئي.

"..........."

"ڇوٽي سرڪار!"

"هان!"

"ڇا سوچي رهيا آهيو؟"

"ڪجهه نه."

"آڪاش طرف ڇا ڏسي رهيا آهيو؟ اڄ ته چنڊ به ڪونه نڪتو آهي."

"۽ چڪور به ته ڪونه ٿو اڏري."

"جمنا! اڄ ڪانپور اهڙيون ڳالهيون نه ڪجان."

"ليڪن...؟"

"شايد تون سوچي رهي هوندينءَ ته مرد صرف واسنا جا بکيا هوندا آهن ۽ جڏهن هنن جي بک پوري ٿيندي آهي ته هو لهر وانگر اڳتي وڌندا آهن، ليڪن ياد رک جمنا! مون تنهنجو سڀ ڪجهه لٽيو ته ڇا ٿيو؟ دل، محبت ۽ پريم لاءِ لڳندي آهي، واسنا لاءِ نه!"

"مان ڀلجي ويس ڇوٽي سرڪار!" چوندي جمنا ننڍي ٻاريءَ وانگر دانود سنگهه جي سيني سان چنبڙي

پئي ۽ دائود پنهنجين مضبوط ٻانهن ۾ دٻائي ڇڏيو الڙ جوانيءَ کي! ٻنهي جي ساهه کڻڻ جي رفتار تيز ٿيڻ لڳي. ٻه جوان دليون تيز ڌارا ۾ وهڻ لڳيون. ٻه ٻادل ٻارڻ ۾ ٽڪرائجي پيا ۽ آهستي آهستي آڪاش صاف ٿيڻ لڳو. چڪور ٻکي ٽڙڪڻ لڳو. لهرون نچڻ لڳيون ۽ ٻه دليون خوشيءَ ۾ جهومي اٿيون.

.... ... .... .... ...

جمنا ولچار ڪندي هئي ته دائود سنگهه ڪيس ملندو ته ڪونه، چاڪاڻ جو هوُ هڪ زميندار جو پٽ هو ۽ ڳوٺ جو زميندار ڀلا ڪيئن غريب ڪسان جي ڌيءَ کي پنهنجي نونهن بڻائيندو. تڏهن هوندي به هوءَ دائود سنگهه سان پيار ڪندي رهي. چاڪاڻ جو دائود سنگهه هن کي شيرين - فرهاد ۽ ليلا - مجنوُ جي ڪهاڻين جو مثال ٻڌائيندو هو. هن پنهنجن قسمن ۽ واعدن جي ٻيڙهه تي هڪ عمارت ٺاهي هئي!

ڪڏهن ڪڏهن هوءَ ڪنبي اُٿندي هئي. هوءَ سوچيندي هئي جيڪڏهن هن جي پريم جو ڳهڙو ناٽيم کان اڳم ئي ڦاٽي پوي ته ڇا ٿيندو؟ هن جي ٻڍي پتا جي ڪهڙي حالت ٿيندي؟

ليڪن جواني انڌي ٿيندي آهي! دائود سنگهه هن معصوم جي جواني لٽيندو رهيو ۽ هوءَ پريم - پيار ۾ پنهنجو سڀ ڪجهه لٽائيندي به مسڪرائيندي رهي.

....۽ هاڻ هن جي پيٽ ۾ پاپ پلجڻ لڳو جڏهن هو ان پاپ جي سوچنا دائود سنگهه کي ڏيندي هئي تڏهن هو ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ٽاري ڇڏيندو هو.

ڪڏهن وقت هن جو پتا پڇندو هوس، "ڌيءُ اڄ-ڪلهه تون ساهيڙين سان گڏ راند ڪرڻ ڪونه ويندي آهين؟"

جمنا ڪلندي چوندي هئي، "پتاجي! منهنجي طبيعت ڪجهه ٺيڪ ڪونهي ۽ هاڻ راند ڪرڻ ۾ به ٺيڪ ڪونهي."

جواب ٻڌي هن جو پتا چپ ٿي ويندو هو. پلا هن کي ڪهڙي خبر ته جمنا جي طبيعت ڪيئن خراب ٿي ۽ ڪڏهن ٺيڪ ٿيندي!

......۽ هڪ رات، جڏهن ڳوٺ وارا ننڊ ۾ هئا. آڪاش ۾ چنڊ هميشه وانگر چمڪي رهيو هو. ان وقت اوچتو ئي اوچتو جمنا جي منهن مان هڪ زوردار چيخ نڪتي ۽ ٿوريءَ دير ڪانپوءِ ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ڪمري ۾ ڳانئجي ويو. جمنا بيهوش پيئي هئي ۽ سندس پتا سمهيو پيو هو. پر ان وقت ٻار روئي رهيو هو.

آواز تي ٻڍي جي اک کلي. هڪ دفعو چئني طرف منهن ڦيرايائين. هن جي اکين ۾ روشني نه هئي ته ڇا؟ هن جا ڪن ته روئڻ جو آواز ٻڌي ٿي سگهيا، هو ٻوڙو ٿوروئي هو.

اتي تان ئي سڏ ڪيائين، "جمنا!"

"..........."

"اٿي او جمنا!"

جواب ندارد.

ٻڍو گهٻرائجي ويو. هٿوراڙيون هڻندو جمنا جي کٽ وٽ پهتو. ٻار جي روئڻ جو آواز کٽ تان اچي رهيو هو. ٻڍي ته جڻڪ ٻلاءِ کري پيئي! هن جي سمجهه ۾ ڪجهه نه پيو اچي ۽ اڻبرو ضرور سمجهي ويو ته جمنا هڪ ٻار کي جنم ڏنو آهي

ٻڍو رڙيون ڪرڻ لڳو، "جمنا، اٿي او جمنا!"

ليڪن جمنا هوش ۾ هجي ته جواب ڏئي.

"هي ڀڳوان! تو هي ڇا ڪيو. هيءَ آواز پيدا ڪرڻ کان اڳ مون انڌي کي ڇو نه ماري ڇڏيئه؟"

ٻڍو روئندو رهيو. هن جي سڏڪن جو آواز ڪمري ۾ ڦهلجي ويو. ٽن ڪلاڪن کانپوءِ جمنا کي هوش آيو. ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌي هوءَ ڪنجهي اٿي، "ڪٿي بابا کي خبر نه پئجي وڃي!" هوءَ سوچڻ لڳي، هن ڳالهه جي ڪنهن کي خبر پوي تنهن کان اڳ ڇونه ٻار کي ڪنهن کوهه يا تلاءَ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيان. هوءَ آهستي اٿي، پرسان پيل ڏيئو ٻاريائين. ڏيئو ٻاريندي ئي، منهن مان رڙ نڪتس، "پتاجي!"

هن جو ٻڍو پيءُ کٽ جي پاسي ۾ ويٺو هو. بي نُور اکين مان ٽپ...ٽپ آنسون وهي رهيا هئا. آهستي هن

چيو، "ڪاش! تون جهڙي نه آئين ڇاه مون نه سمجهيو نه تون مري چڪي آهين!"

"ٻاجي!"

"توکي پنهنجي پيءُ پتا جي آتما جو خون ڪندي شرم ڪونه آيو؟"

"ٻاجي!" جمنا ٿرٿر ڪنبڻ لڳي.

"هينئر روئي ڇو رهي آهين؟ ڪل! زور سان ڪل. ڳوٺ ۾ منائي ورهاءِ... دروازي تي شهنائي وڄاراءِ... توکي ماءُ ٻنجڻ جو شوق هو نه!" پيءُ جو ڳلو ٻرجي آيو.

"مون کان غلطي ٿي وئي ٻاجي! مونکي خبر ڪونه هئي........!"

"ها! توکي خبر ڪونه هئي! ۽ هاڻ؟ توکي خبر پوندي!"

پٽس جا قدم جمنا ڏانهن وڌي رهيا هئا. هو ڏند پيڙي چئي رهيو هو، "منهنجي ڌيءَ ۽ هيڏو وڏو گناه؟"

"..........!"

هن جا هٿ جمنا ڏانهن وڌيا! "مون کي خبر هجي ها ته مان اڏامڻ کان اڳ تنهنجا پر ڪٽي ڇڏيان ها جمنا... ليڪن.... هينئر به مان پنهنجي مٿي تي ڪلنڪ جو ٽڪو نه لڳڻ ڏيندس!"

جمنا جو پتا راملعل، جهٽڪ پاڳل ٿي پيو!

اُن مهل جمنا جو ڳلو راملعل جي ڏڪندڙ هٿن ۾

قابو ۾ هو.

"مونکي ماري ڇڏيو پتاجي! مون تمام وڏو گناهه ڪيو آهي." جمنا روئندي چيو.

"ها! توکي ماري هن پاپ جو انت آڻيندس، جيئن ڪير به هن غريب خاندان ڏانهن آڱر کڻي نه سگهي. ڪير ائين نه چئي سگهي ته راملعل جي ڌيءَ خاندان جو نالو ٻوڙي ڇڏيو. ڳوٺ وارا هن ننڍيءَ جهوپڙيءَ ڏانهن آڱر کڻن، تنهن کان اڳ مان هن جهوپڙيءَ ۾ رهڻ وارن کي ئي ختم ڪري ڇڏيندس."

"پتاجي!"

آڱريون مضبوط ٿينديون ويون، گلو دٻجندو ويو، جمنا جو منهن ڳاڙهو ٿيندو ويو. سيني جو رت ڇهري ٿي جمڻ لڳو. راملعل پوريءَ شڪتيءَ سان گلو دٻائي رهيو هو ۽ ڏند پيسيندي چئي رهيو هو، "جمنا هيئنر تون هميشه لاءِ ختم ٿي وينديءَ... هن پاپ جو انت اچي ويندو... ڪلنڪ جو ٽڪو نه لڳي سگهندو...۽..." ليڪن پل پر ۾ راملعل جا پير ڪنبي آيا، دل ڌڙڪڻ لڳي، هن جي بدن جو انگ انگ ڏڪڻ لڳو ۽ هن جا هٿ ڍلا ٿي ويا.

"مونکي ماري ڇڏيو پتاجي! مان توهان کي التجا ٿي ڪريان."

پر راملعل دروازي ڏانهن وڌي چڪو هو. هن جو

هڪ پير جهوپڙيءَ ۾ اندر ۽ ٻيو پير ٻاهر!"

"پتاجي!" جمنا رڙ ڪندي پيءُ جي پيرن سان وڃي چنبڙي.

"هٽي وڃ جمنا! مان علي وٺندس ۽ تنهنجون رهيل خوشيون به پوريون ٿي وينديون!"

"پتاجي!"

"هٽي...وڃ...جمنا!"

"پتاجي!" جمنا اوڇنگارون ڏيڻ لڳي.

هو نه ڄاڻ ڇا سوچي ٻهي رهيو. رامعل رڙ ڪندي چيو، "ٻڌاءِ هيءَ ڪنهنجو پاپ آهي؟"

"..........!"

"ڇـا ڪنهنجو پاپ آهي؟" ٻيئي پتا هن کي وارن كان جهلي چيو، "ڇئين ڇو نٿي ڪلڪٽي؟"

"پتاجي!"

"مري وڃ پتاجي...اگر هو زنده هجي ها ته هنجو اولاد ڪڏهن به پنهنجي عزت نه لٽائي ها."

"پتاجي!"

رامعل جمنا جي منهن تي ٿڦڙون هڻڻ لڳو، "ڇـا هيءَ ڪنهنجو ٻار آهي؟"

"ڪنور...دا...ئو...د...سنگهه...."

"داتود سنگهه جو؟" رامعل دنگ رهجي ويو.

"ها پيتر ئي وڃي تو هن كان پڇان...ڇا غـراڻن

جي عزت ڪونهي؟ اگر هن منهنجي خاندان جي عزت لٽي آهي ته مان هن جي گهر کي تباهه ڪري ڇڏيندس.... هن منهنجي مٿي تي ڪلنڪ جو ٽڪو لڳايو آهي ته مان خون جو ٽڪو لڳائيندو وسانس."

"پتاجي...."

راملعل جڻڪ پاڳل ٿي پيو هو. هن اندي اِنسان جي اندر به عزت پري دل هئي. هو پاڳلن وانگر چلائي رهيو هو. هن جو آواز ڳوٺ جي هرهڪ ڀت سان ٽڪرائجي رهيو هو. آهستي آهستي ڳوٺ وارا جاڳڻ لڳا.

ڪنهن پڇيو، "ڳالهه ڇا آهي ڌنوُ؟"

"ڪير پيو واڪا ڪري؟" ٻئي پڇيو.

"راملعل کي اڄ ڇا ٿيو آهي؟" منگل کان به رهيو نه ٿيو.

ليڪن هو چلائيندو رهيو، "هن منهنجي خاندان جي عزت لٽي آهي......مان پوري پنچايت ۾ اِنصاف ڪرائيندس!"

صبوح ٿيندي ئي اها ڳالهه ڦهلجي وئي. للاءِ لي زالون چئي رهيون هيون، "جمنا کي ته ٻڌي مرڻ کپندو هو."

"ڏٺو ڀيڻ! بنا شادي ڪرڻ جي ماءُ ٿي وئي آهي. پاپڻ!"

"ڇا ٿي پيو، ٻار کي راند ڪرائڻ جو شونق جو

هوندس!" ٻيءَ ڪلهندي چيو.
"اگر ائين هو ته ٻيءَ کي ڇني ڇو نه شادي ڪيائين؟"
"هنيءَ کي ڪهڙي ڪميءَ ڪنهن جو ٻڌي ٻنا جي هٿي
تي ڪلنڪ لڳائي وڃي؟"
ساڳئي وقت ڳوٺ جا مرد ڇني رهيا هئا، "نه نه
رامون!"
"لعنت آهي اهڙي انسان تي!" ٽئي وچ ۾ چيو
"پوءِ به هن ۾ شرم پنهنجيءَ پاپي ڌيءَ کي اڳ ۾
ڪونه چيو. ٺاڪر صاحب کي گارپون ڏيڻ لڳو!"
"جمعا اگر هن ڳوٺ ۾ رهندي ته پين ڇوڪرن تي
به ان جو اثر پوندو."
"جمعا ڇا! هنجي ٻيءَ کي به هن ڳوٺ مان ڪڍڻو
پوندو."
سڀ جمعا کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا، پر ڪنهن به
اُن پاپ جي ٽئي پاڻيوار لاءِ اڳ ۾ ڪين چيو، ڇاڪاڻ
جو هو زميندار جو پٽ هو ۽ جمعا هڪ غريب جهوپڙيءَ
جي پيداش هئي. ڳوٺ وارا هُن کي ڳوٺ مان ڪڍڻ
لاءِ جهٽڪ اڳ ۾ ئي تيار هئا.
........ ۽ سانجهيءَ جو زميندار جي حويليءَ جي سامهون
ميدان ۾ پنچائت گڏ ٿي، ڳوٺ جا سڀ رهواسي اچي
گڏ ٿيا. پنچائت جو مکي زميندار ٺاڪر ٺاڪر سنگهه هو.
جمعا ۽ سندس ٻيءَ کي سڏايو ويو.

ڳوٺ وارن هڪ ئي آواز ۾ چيو، ”هنن کي ڳوٺ-نيڪالي ڏني وڃي.“

راملعل واڪو ڪري چيو، ”ڇا اهوئي نياءُ آهي؟“

ٺاڪر صاحب اُٿي بيٺو ۽ چوڻ شروع ڪيائين، ”اڄ ڏينهن تائين هن ڳوٺ ۾ ڪا به اهڙي ڳالهه ڪانه ٿـي آهي جنهن ڪري ڳوٺ جو نالو بدنـام ٿئي ليڪن اڄ راملعل جي ڌيءَ جمنا هن ڳوٺ جو نڪ ڪٽي ڇڏيـو آهي. ڳوٺ وارا نٿا چاهين....“

”ٺاڪر صاحب!“ راملعل کان وڌيڪ رهيو نه ٿيو.

”چپ رهه. بي شرم!“ ٺاڪر صاحب جو چهرو ڪروڌ وچان ڳاڙهو ٿي رهيو هو، ”ڳوٺ وارا نٿا چاهين تـه جمنا جهڙي ڪلهڻي ۽ بي حياءُ ڇوڪري ڳوٺ ۾ رهي. پنهنجين برين عادتن جو اثر ٻين ڇوڪرين تـي وجهي. هڪ ڪني مڇي سڄي تلاءَ کي گندو ڪري ڇڏي ٿي ....انڪري پنچائت جو اهو فيصلو آهي ته جمنا ۽ سندس پتا هن ئي وقت ڳوٺ ڇڏي وڃن....“

مکيءَ جي اُٿڻ شرط پنچ به اُٿي بيٺا.

”پنچو!“ انڌي راملعل گلو ڦاڙي چيو پر ڪنهن به ڪونه ٻڌو.

راملعل زميندار جي پيرن تي وڃي ڪريو، ”توهان ڳوٺ جا مالڪ آهيو...ڇا هيءُ توهانجو انصاف آهي؟“ راملعل جوش وچان چيو.

"ها مهنجي پنچات جو اهو ئي انصاف آهي ته جمدا جهڙي ڪاڇٽي ڇوڪري هن ڳوٺ ۾ هرگز نٿي رهي سگهي."

"دائود سنگهه جهڙا بدمعاش ڇوڪرا هن ڳوٺ ۾ رهي سگهن ٿا؟" راملعل کان رهيو نه ٿيو.

"ڇا مطلب؟"

"هيءَ دائود سنگهه جو پاپ آهي سرڪار! هتي مهنجي ڌيءَ جي عزت لٽي آهي... اگر هن پاپ جو هڪ ڀاڱيوار جمدا آهي ته ٻيو ڀاڱيوار توهانجو پٽ دائود...."

راملعل جملو پورو ڪري تنهن کان اڳ زميندار جي هٿ جون پنجئي آڱريون راملعل جي ڳل تي جمي ويون. زميندار گرجي اٿيو، "ڪوڙو ڪنهن جاءِ جو - الزام هڻڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين بدمعاش؟"

"ٺاڪر صاحب!" گجندڙ شينهن وانگر هو ٺاڪر صاحب ڏانهن وڌيو... پر... هڪ نوڪر لڳس ۽ وچي منهن ڀر ڪريو. مٿي مان رت جي ڌارا وهي هلي آهه!

"پتاجي!" جمدا اڙڪي اٿي.

راملعل پاڳلن وانگر هيڏانهن هوڏانهن ڏوڙڻ لڳو. ٺوڪرن لڳڻ ڪري پير زخمي پيس. سڄو بدن رت سان ڀرجي ويس ليڪن تنهن هوندي به هو انڌو پنهنجو اِنصاف گهرڻ لاءِ مکيءَ کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

هڪ هڪ ڪري سڀ ماڻهو وڃي چڪا هئا ۽ هو ٻڍي همت مٽي ڪري چلائي رهيو هو، "ڇا اهو مونسان انصاف ٿيو آهي؟ هيءُ ٻار دائود سنگهه جو آهي...... جيڪڏهن منهنجي ڌيءَ کي ڳوٺ مان ڪڍيو ٿو وڃي ته هن کي به ڳوٺ مان ڪڍيو وڃي. ياد رکو اڄ منهنجو گهر جلي رهيو آهي. سڀاڻي اهي ئي باهه جون جڀون توهانجي گهر کي به جلائي رک ڪري ڇڏينديون...... ساڳيءَ طرح ڪنهن نه ٻنهن، ڪو توهانجي عزت لٽي ويندو. اُن وقت توهان به روئندا، آنسون وهائيندا ليڪن توهان سان به اهڙو انصاف ٿيندو جهڙو اڄ مونسان ٿي رهيو آهي....؟"

هو پاڳلن وانگر چئني طرف ڊوڙي رهيو هو. اوچتو سامهون وڏي پٿر سان وڃي ٽڪريو ۽ گڏو گڏ هن جي منهن مان نڪتو، "جمنا!"

"پتاجي!" جمنا ڊوڙي پتا ڏانهن وئي پر سندس پتا ته ٻيءَ دنيا جي ڪناري جي ويجهو وڃي پهتو هو. هن جي منهن مان اڃا به اهي ئي لفظ نڪري رهيا هئا، "هيءُ دائود سنگهه جو....ٻار....آهي. هن پاپ جو....پيو پائيوار....مکيءَ جو....لاڏ لـو....پٽ....آهي....جمنا....هيءُ....دائود سنگهه آهي!

"پتاجي!" جمنا روئڻ لڳي.

ليڪن هو ته هميشه لاءِ ٿڌو ٿي چڪو هو. پنچايت

هنکي ڳوٺ ڇڏي وڃڻ لاءِ چيو ليڪن هوُ نه هيءَ دنيا ئي ڇڏي هليو ويو....ڳوٺ وارن هن جو آواز نه ٻڌو نه هوُ ڀڳوان وٽ وڃي رهيو هو.

دنيا انصاف نه ڪري سگهي انڪري هوُ ڀڳوان وٽ وڃي رهيو هو.....!

جمنا روئي رهي هئي ، هميشه روئڻ مان ڪهڙو فائدو؟ وڃڻ وارو نه هليو ويو.

جمنا اڪڙو اُٿي زميندار جي حويليءَ ڏانهن وڃڻ لڳي. دروازي وٽ پهچندي ئي هن جي نظر ڪرسيءَ تي ويٺل دائود سنگهه تي پئي. هوءَ سڌو اندر هلي وئي.

"هتي ڇا ڪرڻ آئي آهين بدمعاش؟" دائود زور سان سوال ڪيو.

"توهانجي امانت واپس ڏيڻ آئي آهيان...."

"منهنجي امانت؟"

"نه، منهنجي پاپ جي. ٻئي پاپيوار جي امانت.... ڪيئن؟ هاڻ توهان جي اها محبت ڪيڏانهن وئي.... ڪيڏانهن ويو توهانجو پيار. پاڻي وانگي آهي انجام، جي توهان چانڊني رات ۾ چنڊ ۽ تارن جي سامهون ڪندا هئا؟ شايد هميشه اوهان کي هڪ ٻار جو پتا ڪڍندي شرم ٿو اچي....!"

"پاڳل نه ڪونه آهين؟ مان نه ٿو ڪي سچائيان نه ڪونه، انڪري وڃ هتان!"

"توهان جيون ڀر گڏ رهڻ جي پرڳيا ڪئي هئي
نه؟ هاڻ..."

"چپ ڪر!" دائود سنگهه جون پڇڙي آگريون جمنا
جي ڳل تي جمي ويون

"هي آهي توهانجو اِنصاف؟"

"ها!"

"۽ هاڻ منهنجو اِنصاف ڏسو!" چوندي جمنا اُن
ٻار جو گلو دٻايو.

"ڏسو چوني سرڪار!" جمنا چلائيندي چيو. ڏسندي
ڏسندي ٻالڪ جي آتما دور هلي وئي. جمنا ان مئل
ٻار کي کڻي هڪ طرف ڊوڙڻ لڳي. شايد مئل ٻار کي
ڪنهن تلاءُ يا کوهه ۾ ڦٽو ڪرڻ لاءِ هن جا قدم اڪڙا
وڌي رهيا هئا.

هوءَ اڳتي وڌي رهي هئي. ڳـــوٺ وارا هنکي
"ڀڳلي" چئي کلي رهيا هئا ۽ دائود سنگهه ڪمري ۾
اندر هليو ويو.

.... .... .... ....

"ڇڏيو نه تو پنهنجي پٽ کي پنهنجن هٿن سان ماري
ڇڏيو." ڊيپڪ لمبو ساهه کڻي چيو.

"ها بابوُجي، جڏهن ياد لڳندي آهي ته ٻهرلـــن
پنهنجي گهر کي چلائيندي آهي."

”اڇو ته هن لاش کي نهر جي پاڻيءَ ۾ وهائي ڇڏيون.“

”هلو، منزل تي پهچڻ بعد راهگير رستو ڇڏي ڏيندو آهي.“

”ڏهڪ لاش کي هڪ وزندار پٿر سان ٻڌي نهر ۾ سمهاريو.

”ڇپ....“ هڪ آواز ٿيو. گول گول چڪر ٺهيا. ڪناري تائين آيا ۽ ڪناري سان ٽڪرائجي گم ٿي ويا.

ان بعد ٻئي هلڻ لڳا هڪ نئين راهه تي!

# ٩

"آخر هيءَ سماج ڪيستائين هن نموني هلندي رهندي؟"

"جيستائين هيءَ دنيا قائم رهندي. جيستائين اميري ۽ غريبيءَ جو قانون زنده رهندو. جيستائين اسانجي سماج هنن ٺيڪيدارن جي فولادي چنبي ۾ ڦيوس پکيءَ وانگر ڦاٿي پيئي هوندي ۽ جيستائين حيوانيت جو ٻوٽو انسانيت جي پاڙ تي اُپرندو رهندو."

"هن حيوانيت جي ٻوٽي کي ڪڏهن پاڙ کان پٽي سگهجي ٿو يا نه؟"

"آشا! هڪ ڏينهن اهڙو ايندو جڏهن هنن وڏين وڏين عمارتن وارن کي کنڊهر ۾ دفنايو ويندو.... جڏهن هي خون وانگر چمڪندڙ پکراج ۽ نيلم ڪچري ۾ پکڙيل نظر ايندا!"

"ڪاش اهڙي ڪاياپلٽ اسانجي سامهون ٿي ٿي پوي!"

"اگر اسانجي سامهون نه ته ان ايندڙ پيڙهيءَ وقت ضرور ٿيندي.... اُن اولاد سامهون ضرور ٿيندي جي اڃا ڌرتيءَ اندر ٻج وانگر پيا آهن. جڏهن هنن جي پيٽ جي باهه پڪو ڪاٽي ايندي. جڏهن هنن جي سرد آهه

آسمان ڏانهن ڀڄندي، ان وقت سماج جي ڍانچي بدلبي... هن جي عمارت بدلبي ۽... هي ٺيڪيدار ۽ ٺيڪا به بدلبا!"

آشا ڪجهه به ڪين چيو. هن کي ڄاڻ هئي ته اگر ديپڪ پاڻيائن جي طوفان ۾ وهي ويو ته به پاڳلن وانگر رڙيون ڪندو وهي رستي لاءِ ڀڄندو ۽ هر لاڳاپو کي چوندو ته ختم ڪري ڇڏيو اهڙي قانون کي ۽ ساڙي ڇڏيو اهڙي سماج کي.

آشا رنڌڻي ۾ هلي ويئي. اڃا هوءَ سگري ٻاري رهي هئي ته ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٿيو. آشا منهن ورائي ڏٺو ته جمنا بيٺي هئي. "جمنا! تون؟"

"جي!" ٿوري ۾ جواب مليو! "ڏي پٽ! مان ٿي باهه ٻاري ڏيان!"

"نه جمنا! تون ته اسانجي مهمان آهين. تون باهه ٻارين، اهو ڪو سٺو ٿو لڳي؟"

"ان ۾ سٺي لڳڻ ۽ نه لڳي جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟ توهانجو احسان ڇا مونتي گهٽ آهي؟"

"جمنا! اگر انسان، انسان جي ڪم نه ايندو ته ڇا جانور انسان جا ڏک ڏور ڪندو؟"

جمنا اٿي جي ڏاڍي ڏانهن وڌي ۽ گڏوگڏ آشا مٿان ڇٽڪ بجلي ڪري پئي. جلدي رستو روڪيندي چيائين، "اهو سٺو ڪونه ٿي ڪرين جمنا!" آشا نه پئي چاهي ته جمنا هنن جي غريبي جو پرکھل ڏسي ۽ دل ۾ ڀيو ڪو

خيال آيس.

ڳالهه ٻڌي ليمڊي چيائين، "اڄ ٽائين اها ساڙهي پائي وٺي آهين. وچ، منهنجي ساڙهي پٽي هوندي، وڃي پاءِ! ۽ ها سامهون ٽيل جي شيشي ۾ پٽي هوندي، ٽيل ڪڍي مکجِ."

"چڱو." چوندي جمنا هلي وئي ۽ آشا آرام سان ساهه پٽيو.

غريبي ۽ شرم

ٻئي انسان کي جيون جي ڪاهيءَ ۾ ڏکيئڙيون وهن ٿيون. غريبيءَ سان جڪڙيل انسان ڪڏهن به پنهنجون پاوناڻون ظاهر نٿو ڪري سگهي ۽ شرم؟ اهو به ته غريبيءَ جو ٻيو ڪنارو آهي. نڪو انسان گهري پاڻيءَ ۾ اڀرو ته هيٺ ٻڏي ٿو وڃي جو هو ڪڏهن به مٿي نٿو اچي. هو اچڻ به نٿو چاهي. چاڪاڻ جو اڄ جي سماج ۾ شرمن جي آهي. سماج هر ڪنهن شريف انسان کي چور ۽ ڌاڙيل سمجهي ٿي ۽ پوءِ هن تي ڪوڙو الزام ڏئي هميشه لاءِ سماج مان ڪڍيو ڇڏن.

جمنا ڪپڙا بدلائي آئي ته آشا ڪاڏي جي ٿالهي سامهون رکندي چيو، "وٺ جمنا! روٽي کڻي کاءِ!"

"ڏسڪ بابو کائي چڪو آهي ڇا؟"

"هو ڪم سان ٻاهر ويو آهي! تون کائي وٺ!"

"اڄ تون به اچي کاءِ نه پيڻ!"

"اسان غريبن وٽ ته اهڙوئي ڪاڏو نهندو آهي!"

"شرمندو نہ ڪر پيڻا."

"ٻرو نہ مونجهان جمعا!"

"نہ پيڻا!" جمعا ڪلمدي چيو، "چڱو پيڻا! اهو تہ ٻڌاءِ تہ دليپ ڪ ٻاٻو هميشه ڇو ڪوهيل نظر ايندو آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن تہ اڪيلو ويٺو پاڻ سان ڳالهيون ڪندو آهي!"

"ڇا ٻڌايانءِ! هي جي ڪلاڪار هوندا آهن، پورا اڌ پاڳل هوندا آهن! صبوح ڪونہ ڏٺئہ؟ هُو جيڪو فقير آهو هو نہ؟ ان کي هڪ رپئي جو نوٽ ڪري ڏنائين. هڪ ٻہ پئسا ڪري ڏنيس ها، هڪ رپئي جو ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور هو؟"

ٻئي جڻيون ڳالهيون ڪري رهيون هيون جو التري دليپ ڪ ٻہ سيٽي وڄائيندو اچي، اندر وڃي رهيو!

"آشا...!"

"ڇا آهي؟"

"ڏس تہ سهي! ڪهڙي نہ سٺي شيءِ آندي اٿم.... اهڙي تون آهين ڪٿي؟"

"توهان تہ ڪو ڪم بہ پڪو ڪونہ ٿا ڪرڻ ڏيو؟" آشا ايندي چيو، "ڇا آندو اٿو؟"

"وڻج ريبا آندا اٿم! پورا ويهہ!"

"ڪٿان آندا اٿو؟"

"تون بہ ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ڪرين! ڪلاڪارن

ڪي به ڪڍهن رهڻ جي ڪوشش ٿي آهي؟ دولت ته هن جا قدم پٺيان پيو ڇڏي. اگر هو جهولي ڀري ڪٽڻ ته به ختم نه ٿئي!"

"ليڪن هو ڪٽڻ ٿي ڪونه ٿا، اهو ٿئي نه؟"

"ڇڏيو ڇڏ انهن ڳالهين کي! هاڻ اهو ٻڌاءِ ته اڄ ڇا ڇا ٺهندو؟ حلوو....کيرڻي ۽.... ڇا چوندا آهن....مالپورا نه پڪ ٺهندا!"

"ها! ضرور. اڄ ڪي سڀ ٺهندا، ٻڪري پيٽ هوا کائي سمهنداسين!" اُشا مذاق ڪندي چيو.

"ڇڏيو! روٽي ته کٽي اڄ. ڏاڍي بک لڳي آهي."

"ترسو ته سهڻ حلوو ۽ کيرڻي ته ٺاهي وٺان!"

"ترن سڪل روٽي ٿي ڏي. مونکي بک لڳي آهي ۽ توکي مذاق اچي لڳي آهي."

اُشا مانيءَ جي ٿالهي آڏي سامهون رکي. دليپ گره ٺاهي کائڻ لڳو ته اتري ۾ دروازي تي کڙڪي جو آواز گونجڻ لڳو.

"بابا! ڪيو هن غريب کي روٽيءَ ٽڪر ڏيندو.... ڀڳوان توهانجو ڀلو ڪندو!"

دليپ جا هٿ رڪجي ويا.

روٽيءَ جو ٽڪرو هن جي آڱرين ۾ رهجي ويو. هن هڪ دفعو روٽيءَ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ فقير جو آواز ٻڌو.

روٽيءَ جو هڪ ٽڪرو.

هڪ روٽيءَ لاءِ هوُ غريب خبر ناهي ڪيترن ڏينهن تي ويهو هوندو؟ نه ڄاڻ ڪيترن کي پڳوان جو واسطو وڌو هوندائين؟ ليڪن ڪنهن به هن کي روٽيءَ ٽڪر ڪونه ڏنو. ڇا هنن وڏن عمارتن ۾ رهڻ وارن وٽ هڪ روٽي ٽڪر ڪونه هوندو؟ ڇا هنن وٽ چانديءَ جو هڪ رپيو به ڪونه هو جو غريب جي خالي ٽريءَ تي رکي ڇڏين، "وڃ بابا! ڪجهه ونءِ وڃي کاءِ!" شايد هن کي انترو وقت ئي ڪونهي جو هن جو پگل نتل آواز ٻڌن.

جيڪڏهن فقير جو آواز وري هن جي ڪنن سان نه ٽڪرائجي ها ته ڏيپڪ اڃا به سوچيندو رهي ها.

"ڇا اَن داتا! ڪوبه اهڙو ڪونهي جو هڪ روٽي ڪري ڏئي؟"

"آهي!" ڏيپڪ رڙ ڪندي هيٺ ڊوڙڻ لڳو.

فقير دروازو ڇڏي چڪو هو. ڏيپڪ ڊوڙي هن جي ولجهو ولو. "ترس فقير!"

"ڇا آهي بابوجي؟" فقير جي لٽ روڪجي وئي.

"ڇا بابا! اڃا ڏينهن توهانکي ڪجهه ڪونه مليو آهي؟"

"صبوح کان وٺي در-در جي خاڪ ڇاڻيندي رهيو آهيان بابوجي! ليڪن ڪنهن پلجي هڪ پئسو به ڪونه ڏنو."

"ڇا ڪنهن تهنجي آواز جو جواب ڪونه ڏنو؟"

"جواب؟" فقير هڪ ڦڪي کل کلندي چيو،

”بابوءَ جي! جواب نه ايترا مليا جو اڃ پيٽ نه ڀرجي ويو. ڪنهن چيو، ”اڳتي وڃ“ ته ڪو ٻيو چوي، ”هتي تنهنجي پيءُ جي ملڪيت رکي آهي ڇا، جو وٺڻ آيو آهين؟“ هي سڀ جواب نه آهن ته ٻيو ڇا آهن بابوءَ جي؟ هاڻ توهان ٻڌايو ته انهن (جوابن) سان پيٽ ڪونه ڀربو؟“

”ها بابا! غريبن جا پيٽ ته ان طرح ئي ڀربا آهن.“ چوندي چوندي ديپڪ جو ڳلو ڀرجي آيو.

”گهر پنجن سالن جو ٻار آهي، ٻه وچان ويچارو روئندو هوندو. ڪالهه شام کان وٺي هن ڪجهه به ڪونه کاڌو آهي. جتي به پڇڻ ويس سڀني اهوئي سوال ڪيو، ”نوڪري ڇو نٿو ڪرين؟“ فقير روئڻ لڳو، ”هاڻ توهان ٻڌايو ته جيڪو انڌ جي سهاري پنهنجي جيون جون انتم گهڙيون ڳڻي رهيو آهي، اهو نوڪري ڪيئن ڪري سگهندو؟ جنهنجي صرف هلڻ سان پير ٿر ٿر ڪنبن ٿا، اهو هنن اوچين عمارتن جا ڏاڪا ڪيئن ڳڻي سگهندو؟ ويچاري پيڻ ته هن دنيا مان هاڻ وئي ليڪن پنهنجي پٽ کي ڇڏي وئي، جيئن هو ٻه ٻه وچان ترقي ترقي مري.“ هنجي اکين مان آنسون وهڻ لڳا.

ديپڪ رڙ ڪندي چيو، ”بس بابا! هاڻ بس ڪريو.... هان....هي وٺو.... وڃي پيٽ ڀري کائو!“ ديپڪ ڏهين ڏهين جا ٻه نوٽ هن طرف وڌائيندي چيو.

”هي ڇا سرڪار؟“

"ڪجهه نه بابا! تون هي ڪٺي وڃ... ليڪن اُن ننڍي
ٻار کي ٻه ٽي ترقڙ نه ڏجان!... توکي منهنجو قسم آهي....
مونکي به ٻه ٻار آهن. جڏهن هو ٻه وڃان روئندا آهن-
اُن وقت منهنجيون اکيون مان به آنسون ڪرندا آهن.......
تنهنجن زخمن جي درد کي مان سڃاڻي سگهندس! هي
معلن وارا نه!"

"ليڪن....!"

"ليڪن ليڪن ڪجهه نه بابا! هي ڪٺي وڃ... تنهنجي
خون جو قسم ڪٺي تو چوان ته منهنجي گهر جي ڪل
پونجي آهي... ليڪن مونکي ان کان پياري تنهنجي ٻالڪ
جي ٻه آهي!"

"بابوجي! مونکي روٽي کپي، رپيا نه."

"روٽي؟"

"ها!"

"چڱو ترس" دليپ ڪ پاڳلن وانگر مٿي ويو؛ سندس
ٿالهي ڪٺي اچي فقير جي اڳيان رکيائين.

"وٺو بابا، هيءَ روٽي کائو."

"بابوجي! ڀڳوان توهانجو ڀلو ڪري." فقير ٿالهيءَ
ڏانهن نهاريندي چيو، "اڄ زندگيءَ ۾ تون ئي مليو آهين
بابوجي! جنهن پنهنجي منهن جي روٽي کڻي ٻئي
انسان جي پيٽ ۾ وڌي آهي... جنهن پنهنجي ٻه ڪسي
هڪ غريب جي ٻه مٿان بليدان ڪري ڇڏيو!"

"نه....! نه بابا! مان ته روئي ڪانـي چڪو آهيان!" دليپ ڪوڙ ڳالهائيندي چيو.

"هنن ٻڍڙن اکين کي ڪڏهن به دوکو نٿو اچي سگهي بابوجي! اڃا به ڏس روئڻ جو نڪرو چٽو پيو آهي"

"نه....بابا!" دليپ گهٻرائجي ويو.

"بابوجي! تون انسان نه پر ديوتا آهين! ماڻهو پنهنجو پيٽ ڀرڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائيندا آهن. ليڪن تون....تون ٻئي جو پيٽ ڀرڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين."

"بابا توهان ڪاڻو نه! مان اِجهو پاڻي ڪٽي اچان ٿو!" دليپ ڳالهه بدلائيندي چيو.

دليپ جڏهن پاڻي ڪٽي آيو ته فقير آڪاش طرف منهن ڪري روئي رهيو هو ۽ ٿالهي اُئين ني ٻئي هٿي.

"بابا!" دليپ آهستي پڪاريو.

فقير دليپ طرف ڏٺو ۽ اُن وقت هنجي ڏاڙهيءَ ۾ اٽڪيل آنسو زمين تي ڪري پيا.

"توهان روئي ڇو رهيا آهيو بابا؟"

"دنيا ۽ دنيا ۾ رهڻ وارن کي ڏسي روئي رهيو آهيان بابا!....جن وٽ دولت آهي، انهن جا ڪن ٻوڙا آهن. هو ڪنهن جو آواز به ڪونه ٿا ٻڌن. جيڪي غريبن جو درد سمجهي سگهن ٿا. انهن جو آواز ٻڌي ڪري هنن جو پيٽ ڀرڻ چاهين ٿا، پگران انهن کي دولت ڪونه ڏني آهي."

”دولت نہ هُئڻ ئي سَنو آهي بابا! دولت ۾ انسان انڌو ۽ ٻوڙو ٿيو پوي. ٻاهر ڪير ڇونہ وڏيون ڪري مري پوي، پر هُن جي مٿي ۾ جونءِ ٻہ ڪونہ ٿي هلي. بابا! اڄ جو انسان آڪاش جي چنڊ ۽ تارن تائين نظر وجهڻ ٿو چاهي، انهي حسن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ليڪن پاسي ۾ مٺل غريب تي هن جي نظر نٿي پوي. هن جي سرلو مٿان پيون پيون ڪندڙ مکيون نٿو ڏسي سگهي. هن جي ڳوڙها ڳاڙهي ۽ سفيد چرٻي ڏسي هن جي دل نٿي پگهرجي! آخر سماج وارا ائين ڇو ٿا ڪن بابا؟ ڇا لاءِ هي سماج جا ٺيڪيدار انسان جي رت سان هٿ رڱي هن دنيا جي حسين باغ ۾ باهہ ٿا لڳائين؟“

”..........!“

”چپ ڇو آهيو بابا؟ توهان تہ مون کان بہ وڌيڪ دنيا ڏٺي آهي. ظلم جي حد سڃاتي آهي.... ڇا توهان پنهنجي جوانيءَ جا ڏينهن ان طرح گذاريا هئا؟ ڇا توهان جي گهر ۾ رهندڙ ڀاڻي بہ اِن اِن ڏينهن تائين ٻاٽي ٻي گذر ڪندا هئا؟ اگر نہ، تہ پوءِ، اهو زمانو ڪيڏانهن ويو؟ ڪيڏانهن ويو اهو سماج؟ ڪاش! اهي ڏينهن ورِي موٽي اچن جڏهن اميري ۽ غريبيءَ جو ڪوبہ قانون ڪونہ هو. انسانيت ۽ حيوانيت جو سوال ڪونہ هو ۽ نڪو هو فاقہ ڪشيءَ جو خوفناڪ لباس.“

"بابوجي! گذريل ڏينهن وري ڪڏهن به واپس ڪونه ٿا اچن!"

"ڏينهن ته اچن ٿا، ليڪن اهي انسان ڪونه ٿا اچن جيڪي هڪ دفعو هن دنيا مان هليا وڃن ٿا."

"..........."

"خير ڇڏ اهي ڳالهيون، پهرين روٽي کائو!"

"روٽي؟" فقير ڇرڪ ڀري چيو، "مان هيءَ روٽي کائي نٿو سگهان بابوجي!"

"ڇو؟"

"مان غريب ضرور آهيان پر پٿردل ڪونه آهيان. هيءَ توهان جي روٽي آهي."

"توهان به ڪهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو بابا! مان ته مٽي وجهي کائيندس." ديپڪ ڪرڙ جي گلن سان رحم جي جهولي ڀريندي چيو.

"اگر منهنجي گهر ۾ روٽي هجي ها ته تون ڪڏهن به منهنجي منهن جي روٽي ٻئي کي ڪونه ڏئي سگهين ها."

"اگر توهان خاطر نٿا چاهيو ته ان ننڍي ٻار لاءِ کٽي وڃو...... توهان کي منهنجو قسم آهي بابا!...... منهنجي پيار جو قسم اٿوَ ؟......"

"..........."

"کٽي وڃو بابا!"

# ١٠

آسمان ۾ چنڊ ۽ تارا به پنهنجا پر ٻڪيڙي سمهيا پيا هئا. دليپ پنهنجي ڪمري ۾ چترن ۾ ٿي اُلجهيو پيو هو. هن جو برش مشين وانگر هلي رهيو هو. رنگ جون پياليون ميز تي ٻڪڙن پيون هيون.

"اڃا تائين توهان جاڳي رهيا آهيو؟"

"هان؟" دليپ ڇرڪ ڀريو. منهن ورائي ڏٺائين ته دروازي وٽ آشا بيٺي هئي.

"اڄ سمهڻو ڪونه اٿوَ ڇا؟" آشا چيو.

"سمهڻو ته هو پر....!" دليپ آلس ڀڃيندي چيو.

"ڪيترا ٿيا آهن؟...اڙي ٻارهان ٿي ويا؟" دليپ گهڙيال ڏانهن نهاري چيو.

"پيو نه ته ڇا، توهانجي سمجهه ۾ اڃا اٺ لڳا هوندا؟"

"هان ته ائين ٿي سمجهي رهيو هوس!" دليپ مشڪندي چيو، "خير جلدي روٽي کڻي اچ- ڏاڍي بک لڳي آهي."

"روٽي؟"

"اوهه! ته ڇٽو ته اڄ به چلهه کي روئندو ڇڏيندو؟"

دليپ ائين چيو ڄڻڪ هنکي اڄ ئي خبر هئي.

"نه چلهه ته ڪونه ٻري پر اسين ضرور رناسين."

"چڱو بابوجي! هن جهوليءَ ۾ ڪري وجهه!" فقير جهولي ڪري ڦهلائي.

"ٽالهيءَ سوڙو ڪٽي وڃو بابا! ٽالهي سياٽي ڪٽي اچجو!"

فقير انڪار ڪونه ڪري سگهيو ۽ ٽالهي پٽڪي وڃڻ لڳو ليڪن تنهن هونديءَ به دليپ وري پڪاريو، "بابا!"

"ڇا آهي بابوجي؟"

"هان هي وٺو ڏهه رپيا ڪٽي وڃو، ٻار لاءِ ڪپڙا سبائجو!"

"نه بابوجي.......!"

"وري ساڳي ڳالهه. توهانکي ته ڪونه ٿو ڏيان. توهان جو ٻار ڇا منهنجو ناتو ٿي سگهي؟"

"توهانجي آسري ته جي رهيو آهيان!"

"ته پوءِ وٺڻ کان انڪار ڇو ٿا ڪريو؟"

"..........!"

"هان وٺو!"

دليپ هن جي پلئه سان ڏهين جو نوٽ ٻڌي ڇڏيو.

فقير هليو ويو.

........۽ دليپ مسڪرائڻ لڳو جو اڄ هن حيوانيت جو بوٽو اکوڙي ڦٽو ڪيو ۽ اُن جي جاءِ تي انسانيت جو ٻج ڇٽيو........!!!

"ڇا مطلب؟"

"اهوئي ته چلهه جي پيٽ ۾ آگ ته ڏکي ۽ وسامي به وڃي. ليڪن اسان جي پيٽ ۾ جا باهه لڳي آهي اها نه وسامڻ جو نالو ئي نٿي وٺي. ٿورو اٽو پيو هو، ٻي-چار روٽيون پچايم. اهي جمعا ڪي کاڌم!"

"ان ۾ ڪهڙو برو ٿيو؟"

"ليڪن صبوح جو ڇا ٿيندو؟"

"ليڪن صبوح جو ڇا ٿيندو؟" ديپڪ سوچڻ لڳو.

"ڇڱو آشا تون وڃ!"

"۽ توهان؟"

"مونکي هي چتر پورو ڪرڻو آهي."

"سڀاڻي ڪري ڪجو!"

"نه آشا! تون وڃ! مان هي چتر پورو ڪندس ته سڀاڻي ڇا ٿيندو؟ جي زنجير ٽٽي پوندي. چتر ڇپائيندڙ وٽان وٺي رپيا ملي پوندا ۽ پوءِ....ڇڱو تون وڃ!"

ديپڪ چتر پورو ڪرڻ ۾ لڳي ويو ۽ آشا آسون وهائيندي ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ لڳي پر هوءِ وڃي نه سگهي.

هڪ دفعو هن ديپڪ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ آسمان جي ڪاري رات ڏانهن.

"هوءِ سمهڻ لاءِ وڃي رهي آهي؟" اهو سوچيندي ئي هن جا پير ڏڪڻ لڳا. هوءِ سوچڻ لڳي- "ديپڪ

جاڳي رهيو آهي ۽ هوءَ سوچڻ تي وڃي؟ هنجو پتي ته
ٻ پيٽ جي بک وساري. ٻين لاءِ خون پسينو هڪ
ڪري رهيو آهي. پنهنجي لاءِ نه، پنهنجي بک لاءِ نه،
بلڪ ٻين لاءِ. جهڙا ۽ آشا جي لاءِ، جن سان هن جو
ڪوبه واسطو ڪونهي. مرڻ کانپوءِ هو ڪين حاصل نٿو
ڪري سگهي. جي هنجي پيٽ کي نٿي ڀري سگهيون.
ليڪن انهن هوندي به هو انهن لاءِ ڪمائي رهيو آهي.
هو ته ٻ ٽمٽمائيندڙ چراغ جي سامهون پنهنجين اکين
جي روشني وڃائي رهيو آهي. هي سڀ انهن لاءِ ڪري
رهيو آهي جي هن جي پيرن ۾ "زنجيرن" وانگر
جڪڙيا پيا آهن.

هڪ ڏينهن جڏهن مهراج آشا جو هٿ ڏيپڪ جي
هٿ ۾ ڏيندي چيو هو ۽ چوايو هو ته اڄ کان وٺي هو
هنجو جيون ساٿي آهي. هنجي زندگي آهي. هن سان
گڏ ئي هنجي زندگي آهي ۽ هن سان گڏ ئي موت!

آشا کي ياد آئي سندس سهاڳ — رات جڏهن هو
نئين گهر ۾ نئين دنيا وسائڻ لاءِ آئي هئي. سڄو ڪمرو
گلن سان سجيو پيو هو. عطر جي سڳند ڪمري مان اچي
رهي هئي ۽ هوءَ پنهنجي پتيءَ جي راهه ڏسي رهي
هئي. ٿوريءَ دير کانپوءِ دروازو کليو ۽ ڏيپڪ اندر آيو.

آشا ٿورو پٺتي ٿي ويٺي ۽ ڏيپڪ پلنگ تي اچي
ويٺو. ڏيپڪ جا هٿ هن جي گهونگهٽ طرف وڌي

رهيا هئا. دليپ هن کي ڏسڻ نٿو چاهي. پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻ چاهي: ليڪن هوءَ چپ چاپ وٺي ٿي. دليپ جا هٿ هن طرف وڌيا پر هوءَ پٺتي هٽڻ لڳي ۽ دليپ جا هٿ هڪدم هوا ڇهڻ جي رهجي ويا.

دليپ آهستي چيو، "هينئر تون ئي منهنجي رستي جي ساٿڻ آهين أشا! ڇا تون به دنيا وانگر مونکي پاڳل سمجهي رهي آهين؟"

أشا اڪر به ڪونه چيو.

دليپ جا هٿ وري وڌيا. هن دفعي هوءَ ڇري به ڪونه. دليپ ڏڪندڙ هٿن سان هن جو گهونگهٽ مٿي ڪيو. أشا جي نظر هيٺ هئي ۽ دليپ هن جي اکين ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

دليپ أشا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪيو. کيسي مان هڪ منڊي ڪڍي هن جي آڱر ۾ پائيندي چيائين، "أشا! پنهنجي آئينده بابت ڪير به ڪونه ٿو ڄاڻي!"

أشا جي مٿان ڄڻڪ بجلي ڪري پئي.

اکيون مٿي کڻي ڏٺائين.

دليپ هن جي اکين ۾ نهاريو ۽ هن دليپ جي اکين ۾.

أشا کي لڳو ته هينئر به دليپ جون اکيون چئي رهيون آهن، "آئينده بابت ڪير ڪونه ٿو ڄاڻي، أشا!"

هوڏانهن ديپڪ کي ائين لڳو ته، آشا ڄڻ اکيون ڇنڀي رهيون هيون، "ديپڪ جي زندگيءَ سان آشا جي زندگي ڳنڍيل آهي ۽ ديپڪ جي موت سان گڏ آشا جو موت آهي!"

"هينئر تون منهنجي رستي جي راهگير آهين!"

"اهڙو راهي جيڪو گلن مٿان هلڻ کانپوءِ ڪنڊن مٿان به هلي سگهي ٿو." آشا آهستي چيو هو.

۽ هينئر هوءَ ڪنڊا ڏسي گلن جي تمنا ڪري رهي هئي. ڇا پنهنجي وٺي آهي انجام؟ جڏهن ديپڪ هن کي چيو هو ته هو هن کي ڪڏهن به آرام نٿو ڏئي سگهي ان وقت هن پاڻ ته چيو هو ته ڪيس آرام جو ضرور به ڪونهي.

"ته...مان ڪونه پنهنجي وٺي آهيان....مان آهي ڳالهيون نٿي وساري سگهان. مان به رات پر سرديءَ جي چادر اوڍي پئي هوندس!"

آشا جا قدم ديپڪ جي ڪمري ٻاهران وڃي رڪيا!

ديپڪ پنهنجيءَ ڌن ۾ مست هو.

رات گذري رهي هئي.
تارا لڪندا ڇپندا رهيا.
ديپڪ جو برش هلندو رهيو.
۽ ان طرح آشا در ٻاهران بيٺي هئي!

# ١١

شام ٿي رهي هئي.

سورج جا ڪرڻا آڪاش کي چمي رهيا هئا.

شهر جو اهو باغ جتي سانجهي ٿيندي ئي هزارن جوڙا هٿ هٿ ۾ ملائي نظر ايندا آهن، هيئنر به نوجوان ۽ نوجوانڙين جي راهه ڏسي رهيو آهي.

جمنا آهستي آهستي هيڏانهن هوڏانهن ڦري رهي هئي. هن جي شڪل مان ظاهر هو ته هوءِ ڪنهن جي انتظار ۾ بيچين هئي.

اُن وقت پاسي ۾ قدآور ٽاور پنج ساهه ڪيا ۽ جمنا بيچين ٿي وئي.

"ڇهين بجي اچڻ لاءِ چيو هو هن...ليڪن...."

اُن وقت ڪنهن اچي هن جي ڪلهي تي آهستي هٿ رکيو. جمنا ڇرڪ ڀري پٺيان نهاريو. "موهن بابو؟"

"معاف ڪجِ جمنا، اچڻ ۾ ٿوري دير ٿي وئي."

"توهان لاءِ ته ٿوري دير ٿي، ليڪن هتي تہ مون مٿان جڻڪ مصيبتن جو پهاڙ اچي ڪريو." جمنا اکيون ڇنڀڻيندي چيو.

"ڇو، ڇا ٿيو؟"

"راهه تڪيندي اکيون ٿڪجي پيون ۽ اڃا توهان

پڇي رهيا آهيو ته ڇا ٿيو؟" جمنا پاسي ۾ پيل هڪ بينچ تي ويهندي چيو.

موهن به بينچ تي ويهي رهيو. جمنا کي شانت ڏسي هن چيو، "ڇا سوچي رهي آهين، جمنا؟"

"جي...! اهو ئي پنهنجي جيون جي باري ۾ سوچي رهي آهيان، موهن بابو!"

"اڄ تائين مون کي اهڙو انسان ڪونه گڏيو آهي جو مون کي هن زندگيءَ جي طوفان مان ڪڍي ڪناري تائين پهچائي سگهي!"

"دٻپڪ وقت ته توکي ڪافي آرام هوندو!"

"آرام؟" جمنا شوڪارو ڀريندي چيو. "توهان آرام لاءِ پڇي رهيا آهيو؟ اُتي ته اهڙيون مصيبتون آهن جو آرام ئي ڀڄيو وڃي.... ڪڏهن ته اڌ پيٽ جو کاڌو ملي ۽ ڪڏهن وري اهو به نه.... ٻه ٻه ڏينهن بنا کاڌي کائڻ جي گذري وڃن. موهن بابو، ڪڏهن ته........!" هن جو گلو ڀرجي آيو.

"پوءِ اُتي رهڻ مان فائدو؟ جتي پيٽ ڀرڻ لاءِ پورو کاڌو به ڪونه ٿو ملي!" موهن سوال پڇيو.

"توهان ئي ٻڌايو، ڪيڏانهن وڃان؟ موت به ته ڪونه ٿو اچي!" جمنا روئڻ لڳي.

موهن جي چپن تي مشڪ ناچ ڪرڻ لڳي. هو ته چاهي پيو ته ڪنهن نموني جمنا هن سان گڏ

هاڻ لاءِ تيار ٿئي. جڏهن هنکي خبر پيئي ته جمنا ديپڪ جي مائٽياڻي ڪونه ٿئي، اُن وقت کان وٺي هو جمنا جي پٺيان پيو هو. هاڻ ٻنهي جون ملاقاتون وڌڻ لڳيون. موهن جمنا کي سون ۽ چانديءَ جي جهڻڪار ٻڌائي رهيو هو. جمنا جي دل ۾ ديپڪ لاءِ هڪ خراب ڀاونا پيدا ٿيڻ لڳي. هاڻ هوءَ ديپڪ کي گهٽ نظر سان ڏسڻ لڳي ۽ ان طرح هوءَ ديپڪ جي برائي ڪري موهن جو هٿ پڪڙڻ پيئي چاهي.

موهن جمنا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي چيو، "جمنا! هيءَ دنيا ڪنهن جو به پيٽ ڀري نٿي سگهي. ۽ پوءِ ديپڪ وٽ رکيو ئي ڇا آهي؟ هو ته خود به ٻه ٻه ڏينهن بکيو رهي گهر گهر مان ڀيک پنو پني پوءِ ڀلا تنهنجو پيٽ ڪيئن ٿو ڀري سگهي؟"

"مان به تنگ ٿي پيئي آهيان، موهن بابو! هاڻ توهان ئي ٻڌايو ته مان ڪيڏانهن وڃان؟"

"اگر توکي برو نه لڳي ته.......!" چوندي چوندي موهن رڪجي ويو.

"ته ڇا؟"

"ته مان تنهنجي توري مدد ڪري سگهان ٿو؟" موهن اهڙو ته آهستي چيو ڄڻڪ ڪنهن ڏوهه جي قبوليت ڪري رهيو هو.

"موهن بابو!" جمنا خوشيءَ ۾ اچي چيو، "توهان

ڪيڏا نه سٺا آهيو، موهن بابو! ڀڳوان جي واسطي هاڻ توهان ئي مونکي بچايو!"

"مان تيار آهيان ليڪن ڊپ....!"

"هُو ڪير آهي مونکي روڪڻ وارو؟ مان هن جي نوڪرياڻي ٿوروئي آهيان. ٻا هو مون کي روٽي ٿو پهچائي جو روڪڻ ايندو!"

"تڏهن هوندي به تون هن کان پڇڻ کانسواءِ ڪيئن ٿي وڃين سگهين!"

"موهن بابوُ! مونکي هنکان پڇڻ جو ڪو به ضرور ڪونهي!"

"پوءِ ٺيڪ آهي. سڀاڻي ٿي اسان ٻئي ڪنهن هنڌ هلنداسين! تون تيار ٿي وڃجان، مان ٺيڪ ٻارهين بجي ايندس!"

"مان بلڪل تيار رهندس!" جمنا مسڪرائيندي چيو.

اِها هئي جمنا جي بي وفائي ڊپ سان. هڪ اِنسان جي روپ ۾ ديوتا سان، جنهن هنکي موت جي منهن مان ڇڪي زندگيءَ جي گود ۾ سنڀاليو هو! جنهن پنهنجي پيٽ جي بک هن جـي بک مٿان نڇاور ڪري ڇڏي. جنهن پنهنجيون خوشيون کي، پنهنجيءَ دل جـي ارمانن کـي؟ پنهنجن حسرتن کي صرف ان لاءِ دٻائـي ڇڏيو جيئن جمنا هنکي ڏسي دکي نه ٿئي. هن ناريءَ کي ناري ٿي سمجهيو هو، نه نانگڻ جا کير پيئڻ کانپوءِ

زهر ٽي اوڳاڙي ٿي!

اگر هوءَ چاهي ها ته جمنا جي ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي سگهي ها زميندار وانگر هوءَ به هن جي جوانيءَ سان کيلي سگهي ها. هن جي عصمت وڪڻي شاندار عمارت جي پاڙ رکي سگهي ها. هوءَ سڀ ڪجهه ڪري سگهيو ٿي ليڪن تنهن هوندي به هن ڪجهه ڪرڻ ڪيو. بلڪ هن جي پاپ جي پوري پنهنجي سر تي کنيائين. هن جي بدناميءَ کي پنهنجيءَ جهوليءَ ۾ پرتائين ۽ هن جي بهار جهڙي جوانيءَ کي پنهنجي قاتل دامن سان ڍڪي ڇڏيائين.

شايد اهوئي ڏيک جو وڏي ۾ وڏو گناهه هو جنهن جي سزا طور جمنا هن جي ڳل تي بي عزتيءَ جي ٿڦڙ وهائي ڪڍي. هن جي وڏي ۾ وڏي ڀل اهائي هئي جو هن هڪ ڀٽڪندڙ راهيءَ کي رستو ڏيکاريو. ٻڏندڙ جيون - ٻيڙيءَ کي پنهنجي ڪمزور ڪلهن تي سنڀاليو ۽ موت جي گود ۾ سمهندڙ زندگيءَ کي زنده ڪيو. رات جي چادر آهستي ڦهلجي رهي هئي. موهن ۽ جمنا هڪ نئين دنيا جو نقشو ٺاهڻ وچي رهيا هئا!

.... ... .... .... ...

۽ ٻئي ڏينهن صبوح جو جڏهن آشا جي اک کلي ته هن ڏٺو ته جمنا جي کٽ خالي پئي هئي.

"جمنا!" آشا آهستي پڪاريو.

ليڪن جواب ڪير ڏني.

"جمعا...! او جمعا!" آواز تيز هو. ليڪن جواب ندارد...

اُشا ٻُڙ ٻُڙائڻ لڳي، "نه ڄاڻي صبوح جو سويل ئي ڪيڏانهن هلي وئي؟"

اُشا جيئن دروازي ڏانهن وڌي ته هن جي پير سان ڪاغذ جو ٽڪر ٽڪرائجي پيو.

پهرين ته هڪ معمولي ڪاغذ سمجهي ڌيان ڪونه ڏنائين، ليڪن پوءِ اهو سوچي ته دليپ جو پرزو هوندو، کڻي ڪري ڏٺائين ته ڇرڪ پرائين. اهو ٽڪرو معمولي ڪاغذ ڪونه هو. بلڪ جمعا جي سيني جو هڪ ٽڪر هو جو دليپ جي دل کي چيرڻ لاءِ پيو هو.

اُشا جلدي کڻي پڙهڻ شروع ڪيو ۽ پڙهي پورو ڪرڻ شرط هن جي منهن مان ڇيخ نڪتي، "جمعا! هيءَ ڇا ڪيو تو، جمعا؟"

اُشا ڀڄي دليپ واري ڪمري ۾ آئي. دليپ ڇتر ڇتي رهيو هو اُشا جو آواز ٻڌي ڇرڪ ڀري اُٿيو!

"ڇا آهي؟"

"جمعا ڀڄي وئي!"

"جمعا ڀڄي وئي؟" دليپ مٿان ڄڻ بجلي ڪري پئي.

"ها!" اُشا جو سڄو سرير ڏڪڻ لڳو.

"اِئين ڪڏهن به ٿي نٿو سگهي.... جمعا اهڙي ڪونه آهي جو هوءَ اسانجي عزت مٽيءَ ۾ ملائي.... اهو سڀ

ڪوڙ آهي!" ديپڪ برش سان کيڏيندي چيو.

"هي ڏسو!" آشا چٺي ڏيندي چيو، "شايد اهو به ڪوڙ هوندو!"

"هي ڇا؟" ديپڪ چٺي کڻي ۽ جلدي کولي پڙهڻ لڳو. لکيل هو:-

ديپڪ بابو!

مونکي خبر ڪونه هئي ته توهان ڪنهن ناريءَ کي پنهنجي گهر ۾ آڻي ايترو دکي ڪندا! مون ته سمجهيو هو ته توهان ٻرندڙ ديپڪ آهيو، جو منهنجي وساميل ديپڪ جي ٽمٽمندڙ لاٽ کي جلائيندا. ليڪن مونکي ڪهڙي خبر ته ان ديپڪ جي اندر هڪ ڀيانڪ آنڌي لڪي ويٺي هئي، جا منهنجي ٽمٽمندڙ لاٽ کي به نابود ڪري ڇڏيندي. اگر توهان منهنجو پيٽ به نٿا ڀري سگهو ته مونکي موت جي منهن ۾ ڇونه وڃڻ ڏيو؟ ڇونه سماج جي منهن تي ٿڪ هڻڻ ڏيو؟ ليڪن ائين ڪيئن ٿيڻ ڏيندا؟ ڇو جو توهان به انهن ٺيڪيدارن مان هڪ آهيو، جي غريبن جون ننگون ڪڍي هٿن ڪسي اپاهج بڻائڻ ٿا چاهين. جن منهنجي انڌي ٻيءَ جي جان ورتي. جنهن سماج منهنجي ڪکن جي جهوپڙي باهه کي سوغات ڪري ڏني....

ٻڌڻ ته مون سمجهيو ته توهان اهڙا ملاح آهيو جو منهنجي جيون - ٻيڙي پار پهچائيندا ليڪن هاڻ خبر

پڻي تہ توهان بہ سماج طرفان وهندڙ طوفان آهيو. اهڙو
طوفان جو منهنجي لُڏندڙ ٻيڙيءَ کي بہ ٻوڙڻ ٿيو چاهي.
ليڪن ياد رکو مون توهانجي دنيا ڏسي ورتي آهي...
توهان جي بيشرم ۽ بي ذات سماج کي سڃاتو آهي....۽....
توهانکي بہ....توهان جهڙي بي حياء ۽ بدڪار انسان کي
بہ سڃاتو اٿم! ڇا توهان ۽ توهان جهڙا انسان ٻولين ڇوڪرين
کي پنهنجي جار ۾ ڪونہ ڦاسائي رهيا آهن؟ اُنهن جي
عزت لٽين ٿا. انهن مٿان ظلم ڪن ٿا ۽ آخر هنن جي
زخمن تي لوڻ ٻرڪين ٿا ۽ ان طرح انهن کي وڌيڪ
تڙڦائي مارين ٿا.

مون سوچيو هو تہ جڏهن نموني توهانجي سماج منهنجي
بي عزتي ڪئي آهي، ان طرح مان بہ هنجي بي عزتي
ڪريان، هن جي منهن تي ٿُڪ هڻي دنيا کي ڏيکاريان
تہ جڏهن عورت بدلو وٺڻ لاءِ تيار ٿئي ٿي تڏهن هوءَ
موت کان بہ ڪونہ ٿي ڊڄي!

ليڪن توهان منهنجو همت روڪي ڇڏيو انڪري
سماج لاءِ مٿي ڪيل همت توهانجي گل تي ڦهڪائي
رهي آهيان. جيئن ٿي دنيا وارن کي خبر پوندي تہ
جيڪو پاڻکي ڌرم جو ديوتا ۽ ديا جو پوڄاري ٿو
سڏائي، اُن جي گهران جمنا جهڙي ٻولي ۽ شريف ڇوڪري
ڀڄي وئي، ليڪن اُسي دنيا توهان ڏانهن اُکون ڦٽي
ڪندي. جيڪو ڏسندو، اهو آگر ڪٽي ڇوندو اهڙي

آهي ديپڪ! جڏهن جمنا کي جيءَ ٻري ستايو....۽ ٻوءِ؟ توهانجي سماج توهانکي ڌڪاريندي.....توهان ڏانهن ٿڪون ڦٽيون ڪندي....توهان....

توهانجي منهن تي ٿُڪ هڻڻ واري!

جمنا.

"جمنا" ديپڪ رڙ ڪري اُٿيو! جهٽڪ سڄو ٻڌو. جمنا جي ٿُڪ هن جي ڳلن تي لڳي رهي هئي. ليڪن هنجي منهن مان اکر به ڪونه نڪتو ڇاڪاڻ جو اها هڪ ناريءَ جي ٿُڪ هئي....شريف ٻيءَ جي شريف ڌيءَ جو همت هو.

ٿُڪ ڪاڻڻ ڪانپوءِ به هو سڏڪا ڪونه ڀري سگهيو. روئي ڪونه سگهيو. دنيا اڳيان فرياد جي جهولي ڦهلائي ڪونه سگهيو. آخر ڇو؟ ڇاڪاڻ جو هو گنهگار هو. هڪ مجرم هو. هن هڪ عورت جي جان ٻچائي هئي، هنکي آتم-هتيا ڪرڻ کان باز آندو هئائين ۽ ٻنهنجي پيٽ کي ٻچيون ٻڌي ٻنهنجي منهن جو ڪاڌو هن کي ڏنو هئائين.

ديپڪ آهستي چئي اُشا ڏانهن وڌائي ۽ اُشا وٺي ڦاڙي ڦٽي ڪري ڇڏي.

"ڇا توهان اهڙن سان ئي ڀلائي ڪندا آهيو؟"

"ان جو نالو ئي ته دنيا آهي!" ديپڪ ٻڳل آواز ۾ چيو، "اُشا!"

"جي."

”اڄ جي زماني ۾ ڪنهن سان ڀلائي ڪرڻ سڀ کان وڏو گناهه آهي، اهڙو گناهه جنهنجي سزا زندگيءَ ڀر ڀوڳڻي ٿي پوي!“

”..........!“

”اڄ دنيا برابر چئي رهي آهي ته اگر ڪير ڪنهن لاءِ جيئرو هجي ته انجو گلو گهٽي ڇڏجي. اگر ڪير مٿان چڙهي رهيو آهي ته هنجي ٽنگ ڪٽي هنکي هيٺ ڪيرائي ڇڏجي.... اُشا! توکي خبر آهي ته مون جمنا کي پنهنجي جان کان به وڌيڪ پيار ڪيو.... هنکي توکان به وڌيڪ پيارو سمجهيم. شايد توکي خبر ڪونهي جمنا جيتري پياري اٿم اوترا پيارا پنهنجا ٻار به ڪونه اٿم. هن لاءِ ئي ته مان رات ڀر رنگن سان پيو راند ڪندو هوس. جيئن وڌيڪ ڪمائي سگهان.... مونکي معاف ڪج، اُشا! مون تنهنجي منهن جي روٽي هنجي پيٽ ۾ وڌي. مون ائين صرف انڪري ڪيو ته جڏهن مون هنکي موت جي گود مان ڇڪي ٻاهر آندو ته گهٽ ۾ گهٽ زندگيءَ جي گود ۾ ته سمهاريانس. مون نٿي چاهيو ته هوءِ موت ۽ زندگيءَ جي وچ ۾ لڙڪندي رهي، جنهن کي ظالم سماج نچوئي کائي رهيو آهي......

اُشا! اگر تون منهنجي ڇاتي چيري ڏسين ته توکي خبر پوندي ته جنهن کي مون پيٽ سمجهيو هو ان منهنجي سيني ۾ هيڏو وڏو خنجر هنيو آهي، جيڪو

ڀتيءَ کان ٻه ٻاهر نڪري ويو آهي.... ۽.... اهو زخم جيئن پر نٿو پرچي سگهي.... جيئن ٻر نٿو.... پرچي سگهي....!”

ڏيپڪ روئڻ لڳو.

آشا ٻه سڏڪا ڀري رهي هئي.

ڏيپڪ ٻه روئي رهيو هو.

۽ هنن ٻنهي جا ٻه معصوم ٻار متي سمهيا پيا هئا....!!!

# ١٢

"فرمايو، ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟"

"جيئن ماڻهو اڪثر ايندا آهن!"

"اوهه، چئو، مان توهانجي ڪهڙي سيوا ڪريان؟"

"هڪ ننڍو چتر نهارائڻو آهي...." پوليس انسپيڪٽر کيسي مان هڪ ننڍو فوٽو ڪڍندي چيو، "اگر توهان جي ڪرپا ٿئي........"

"ڪرپا ته توهانجي آهي. توهان ماڻهن جي بدولت ئي ته منهنجا پير زمين تي ٽڪيا پيا آهن، ٻيءَ حالت ۾ ڪڏهن جو اُڏرجي وڃن ها!"

"اڙي توهان به ڪهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو دليپ بابو! سڀڪجهه ڀڳوان جي ڪرپا سان ئي ته ٿئي ٿو. انسان کي ڪهڙي طاقت آهي!"

"ڀڳوان؟" دليپ ٽهڪ ڏيڻ لڳو، "اڙي صاحب! ائين ڇو نٿا چئو ته ڀڳوان جي اوٽ ۾ سڀ ڪجهه انسان ئي ڪري رهيو آهي. توهان جيڪو چورن ۽ ڌاڙيلن کي ماريو ٿا، ڇا اهو به ڀڳوان ٿو ڪري؟"

"اگر ڀڳوان هنن کي نه پڪڙائي ته هو ديش ۾ رڻ ٻاري ڏين!"

"جڏهن توهان ڪنهن بيقصور کي جيل ۾ پوريندا

آهيو ته ڇا ان لاءِ ٻه ڳوان توهان کي چوندو آهي؟"

"ڇڏيو ڇڏيو اهي سڀ ڳالهيون" سب انسپيڪٽر ڳالهه بدلائيندي چيو، "هينئر مون کي هڪ ڪاروائيءَ تي وڃڻو آهي. ڀلا هي ڪڏهن ٿي ملندو؟"

"پرهينءَ تيار ٿي ويندو. ها پورا پنجاهه رپيا لڳندا!" دٻڪ پرزيءَ مان ڪش ڪندي چيو.

"پنجاهه رپيا؟" سب انسپيڪٽر عجب وچان پڇيو.

"جي ها! محنت به ته پنجاهه رپين جي ڪرڻي پوندي."

"توهان کي ته خبر آهي ته اسين سرڪاري ماڻهو آهيون. پوءِ ڀلا پنجاهه رپيا ڪٿان ايندا؟ جڏهن حالت ۾ سرڪار صرف هڪ سؤ نوي رپيا ماهوار ڏئي ٿي!"

"سرڪار ته صرف هڪ سؤ نوي رپيا ٿي ڏئي پر توهان ته انهن مان نَوَ سؤ ٿا ٺاهيو!" دٻڪ چيو.

"توهان ته مذاق ٿا ڪريو دٻڪ بابوَ! جيڪو وڻيو هجيوَ اوترو ٿي چئو نه!"

"پورا پنجاهه!"

"مان توهان کي ٽيهه رپيا ڏيندس توهان کي منظور هجي ته هي وٺو ويهه رپيا پيشگي!"

"اهي رپيا پاڻ وٽ رکو ڪڏهن ٻئي وقت ڪم ايندو." دٻڪ جلدي دل سان چيو.

"رپين کي ٺڪرائڻ نه گهرجي دٻڪ بابوَ!"

"مون کي انهن سان پيار به ڪونهي!"

”اِنڪري ئي تہ توهان ماڻهو بک ٿا مرو نہ!“ سب-انسپيڪٽر غصي ۾ ڀائيندي چيو، ”ڀلا ٻڌايو هڪ فوٽي جي ٺهرائڻي ٽيهہ رپيا گهٽ آهن؟“

”اسين بک مرون ٿا ليڪن توهان وانگر ڪڏهن ڪي ڦرلٽ تہ ڪونہ ٿا. اميرن کان رشوت وٺي غريبن کي ستايون ڪونہ ٿا....!“ ديپڪ شايد وڌيڪ ڪجهہ چوي ها، اگر پاسي واري ڪمري مان آشا کيس سڏ نہ ڪري ها.

”ڇا ڳالهہ آهي آشا؟“ ديپڪ پڇيو.

”توهان هنڪي واپس ڇو موڪلي رهيا آهيو؟ ٺاهي ڏيوس نہ ٽيهن رپين ۾“ آشا چيو.

”ٽيهن رپين عيوض پنهنجو آرام وڪڻي ڇڏيان آشا!“

”وڪڻندا نہ تہ ٻيو ڇا ڪندا؟ بک مرندا؟ هوڏانهن ٻيبيءَ جي حالت ڏن ڏن خراب ٿي رهي آهي؛ هيڏانهن گهر ۾ کائڻ لاءِ ٻہ ڪونهي!“ آشا جون اکيون آليون ٿيڻ لڳيون، ”ڀڳوان جي واسطي هنن ملندڙ رپين کي نہ ٺڪرايو. گهٽ قيمت ٿي سهي، پنهنجي ڌيءَ لاءِ گهٽ قيمت ۾ ٿي ڇٽر ٺاهي ڏيو. منهنجي لاءِ پنهنجو آرام وڪڻو!“ آشا روئڻ لڳي.

ديپڪ ڀؤنر ۾ ڦاسي پيو هو. هڪ طرف ڪلا جو خون ٿي رهيو هو؛ ٻئي طرف آشا جي سيني مان خون جا آنسون وهي رهيا هئا.

اڄ ڇهن ڏينهن کان ديپڪ جي ڌيءَ بيمار هئي.

دوا لاءِ رپيا گهربل هئا. گهر ۾ کائڻ لاءِ هڪ داڻو بہ ڪونہ هو. ڪالهہ رات کان ونيءِ هن جي حالت خراب هئي. رات ڀر آشا روئندي رهي ۽ پاسي ۾ دليپ بہ سرد آهون ڀريندو رهيو. هُو سوچي رهيو هو تہ اگر هُو گهٽ قيمت ۾ چتر ناهي تہ ت ٽس بچي سگهي ٿي. ڇا هو پنهنجي ذيءَ لاءِ ڪلا جو گلو گهٽي ڇڏي؟ ڇا اهوئي نياءُ آهي تہ پنهنجي خون کي بچائڻ لاءِ دنيا جي ڪلاڪارن جو خون ڪري؟

ليڪن اڄ جي سماج ۾ تہ ٻين کي ستائڻ ئي انسانيت آهي. ڪنهن سان ڀلائي ڪرڻ سڀ کان وڏو گناهہ آهي. ڇا هُو سنسار جي ڪلاڪارن سان ڀلائي ڪري؟ ڇو نہ پنهنجو پيٽ ڀرڻ لاءِ ڪلا جو گلو گهٽي هميشهہ لاءِ ختم ڪري ڇڏي.

”آشا!“ دليپ جا هٿ آشا جي ڪلهن سان لڳي رهيا هئا ۽ هُو چئي رهيو هو! ”مان گهٽ قيمت ۾ چتر ناهيندس آشا! اڄ مان ڪلا جو گلو دٻائي هميشهہ لاءِ ڪيس ختم ڪري ڇڏيندس!“

دليپ لڳو لڳو پنهنجي ڪمري ۾ آيو! سب-اسپيڪٽر هن جي ڳالهين جو فائدو وٺي چيو، ”آخر ڇا سوچيو ٿو هان؟“

”جي!“ دليپ جي چهري مان بغاوت ٽپڪي رهي هئي.

"اگر توهان راضي هجو ته هي........!" هن نوٽ ڏيکاريندي چيو.

دليپ جا هٿ آهستي آهستي نوٽن طرف وڌڻ لڳا. نوٽن کي ڇهندي ئي هن جي بدن ۾ جهٽڪ بجلي ڊوڙي وئي! هن جي ڪنن ۾ ونود جو آواز گونجڻ لڳو،

"ڪلاڪار بڻجڻ کان ڀلارو غريب ٿي دليپ!"

"نه....اهين ڪڏهن نٿو ٿي سگهي....اگر هن کي رپيا ٿي کپندا هئا ته ڇو هو پيءُ جي عمارت ڇڏي هن پيگل جهوپڙيءَ ۾ اچي ويٺو؟ ڇونه زندگيءَ ڀر سون ۽ چانديءَ سان راند ڪندو رهيو؟

هو ڪلاڪار آهي، ڪلا جو پوڄاري آهي، جا غريبيءَ ۾ ئي پلجي ٿي. هو ڇڪيا ني چڙهڻ لائين ڪلا جي پوڄا ڪندو رهندو.

"اهين ڪڏهن ڪونه ٿيندو!" دليپ رڙ ڪندي چيو.

"ڇا نٿو ٿي سگهي؟" سب انسپيڪٽر ڇرڪ ڀريندي چيو.

"ڇو نٿو ٿي سگهي؟" آشا سڏڪا ڀري چيو.

ليڪن هو اڃا به چپ رهيو هو.

"توهان هلي وڃو، صاحب!....توهانجي هٿن نيهن رپين جي بدلي ۾ مان پنهنجيءَ ڪلا جو خون نٿو ڪري سگهان....توهان هتان هليا وڃو....مان توهان جهڙي انسان جي شڪل به ڏسڻ نٿو چاهيان، جو رپين جي چمڪ ڏيکاري منهنجي سڀ کان پياري شيءِ مون کان ڇڏڻ ٿو

چاهي.... سب انسپيڪٽر ته هليو ويو. پر ڪلاڪار اڃا به
چلائي رهيو هو! "جڏهن منهنجي ڪلا ختم ٿي ويندي
ته پوءِ مان رات ڀر ڪنهنجي لاءِ جاڳندو رهندس؟
جنهنکي حاصل ڪرڻ لاءِ مون سخت اُس ۽ وسندڙ
مينهن ۾ در - در جي خاڪ ڇاڻي.... جنهنکي پائڻ لاءِ
مون پنهنجي پتنيءَ جي پرواهه نه ڪئي ۽ پنهنجي ٻارن
کي رُئاريو....... جنهنجي عزت بچائڻ لاءِ مون جيئڻ جي
ئي عزتيءَ پري ٺڪرائي ڪاڏي ڇا ان ڪلا کي مان اڄ نيهن
رهڻ ۾ وڪڻي ڇڏيان؟ صرف نيهن رهڻ لاءِ هنکي
هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيان؟ مان ائين ڪڏهن به ڪونه
ٿيڻ ڏيندس. هي سماج وارا ته ڀڄن ٿا ته ديپڪ
سپاٽي جي ڏينهن اڄ ٿي چو ٿو مري ليڪن ديپڪ
ايترو جلد ڪونه مرندو! اڃا هوءَ ڪلا جي پوڄا ڪرڻ لاءِ
جيئرو آهي. جيستائين هن جي پوڄا ختم ڪونه ٿيندي،
هنکي موت به نٿو ماري سگهي....... هنکي موت به نٿو
ماري سگهي.... هنکي.... اڙي! تون روئي رهي آهين آشا!"

"هي ٿوهان ڇا ڪيو؟" آشا روئڻهارکي نوع ۾ چيو.

"آشا! تون ڇڪي رهي آهين. هي ڇپا ڪيم؟"
ديپڪ هنکي ڏوندار يو ۽ ڳڏ وڳڙ هنجي اکين ۾ روڪيل
آنسون زمين تي اچي ڪريا.

"ڇا تون پلجي وئين ته تون هڪ ڪلاڪار جي
پتني آهين؟ جنهنجي زندگي هميشه موت سان پڙهي

راند ڪري!"

"مونکي انجي پوري خبر آهي!"

"اها توکي خبر هوندي ته تنهنجي اکين مان آنسون ڇو وهي رهيا آهن؟ اهي ڇڏ اهي قيمتي آنسون... مهرباني ڪري اهي بيڪار ۾ نه وهاءِ اشا!"

"...........!"

"تون ٿي ٻڌاءِ، ڇا هن دنيا جي چرخ لي لڳي ڪلا جي جان وٺون؟ هوُ جو هيڊماسٽر آهي هو، انکي سڃاڻين؟ سب انسپيڪٽر هو.... جنتا جو شيوڪ.... غريبن جو رکپال ۽ هن وقت جيڪي ٽيهه روپيا هئا نه، اهي خبر اٿئي ڪنهنجا هئا؟ شايد توکي خبر ڪونهي. هوُ راجو آهي نه راجو! ها، ها اهو ٿي جيڪو رڪشا ڇڪيندو آهي. بي. اي. پاس آهي. پورن چوڏهن سالن تائين هن سرڪار کي پئسا ڀريا آهن ۽ چوڏهن سالن تائين پنهنجي خون کي آنسن جو روپ ڏيئي وهايو آهي ۽ هاڻي هو هميشه رڪشا هلائيندو آهي. ڪيڏي نه سٺي آهي هيءَ دنيا!" دليپ ڦڪي مرڪ مرڪي ڇڏيو.

"ڏٺئه پنهنجيءَ سماج کي؟ ڪيتري نه ايماندار آهي!"

دليپ پاڳلن جيان اشا کي چئي رهيو هو، "هڪ ڏينهن اهو سب انسپيڪٽر صاحب رڪشا ۾ چڙهي ٽاڪي ڏانهن ويو. هن انسان نما جانور هڪ ميل چڙهائي چڪي ۽ ٽاڪي تي پهتو ۽ جڏهن راجوءَ ٻه آنا گهريا ته

ٻڌائون ته سڀ انسپيڪٽر ٻنهجون خوني اکيون هن کي ڏيکاريون ۽ جڏهن هن ٻه آنا وري گهريا ته هنکي ٺاڻي اندر وٺي ويا. پوءِ خبر اٿئي آشا هنکي ڇا مليو؟ "بيد جي مار." اڙي ڇو ڪهن ڇو ٿي؟ هن کي ته هڪ ميل چڙهائيءَ جو انعام مليو هو. پورا پنجاهه بيد مليس. جڏهن سپاهين هن کي ٻاهر ڪڍيو ته اُن وقت هنجي سرير جي هوءِ سفيد چربي ٿيندي آهي نه، ٻاهر پئي ڏسڻ ۾ آئي........۽...... چوٽن جا نشان هن جي گوري چمڙي تي.... مسڪرائي رهيا هئا.....آشا! اهي آهن اسانجا گراهڪ، جيڪي اسانجي ڪلا کي اسان کان چورڻ آيا هئا. ٻڌاءِ آشا! اسين مانٽيٺ ۾ پنهنجي ڪلا کي هنن جي خوني هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيون، جيئن هن جي ته ڳاڙهي ۽ سفيد چربي ٻاهر اچي وڃي!....!"

"....... ....!"

"چنڊ آشا ڇا اهو ئي نياءُ هو! ڇا اهو انصاف هو؟ چنڊ ن!.... چنڊ آشا!.... چ...نڊ....!"

دليپ آشا جي ڪلهي تي هٿ رکي روئڻ لڳو ۽ گڏوگڏ آشا ٻه ٽڙڪي اٿي!

.... .... .... .... ...

"هاڻي ڇا ٿيندو؟"

"جيڪي ٿيڻ کپي!"

دليپ ويچار ۾ پئجي ويو. آشا چيو، "بلوءِ جي

حالت خراب آهي." دليپ ڪي هنجي حالت ڪيئن ٺيڪ ڪري. ڊاڪٽر جو ڏنل پرزو هنجي هٿ ۾ هو ۽ ٻلوءَ جي حالت خراب ٿي رهي هئي. ٻلوءَ جي کنگهڻ جو آواز هنجي ڪن ۾ پئي گونجيو. دوائن لاءِ پنج رپيا کپن، ليڪن دليپ جو کيسو پنج آنا ڏيڻ کان به لاچار هو.... ليڪن لڇڻ هوندي به هو پنهنجي سڌانت تي محڪم رهيو. هن جي گهر هڪ هڪ پائي بنا تڙقي مري پوندو، اُتري قدر جو هو خود به. هن دنيا مان هليو ويندو، پر ڪلا جي رستي ۾ گلن جي بجاءِ ڪنڊا ڪونه پوکيندو. پنهنجي ننڍي ٻار جي.... پنهنجي پرـ پتنيءَ جي ۽ خود پنهنجي آتما به ڪلا جي پرندڙ چکيا ۾ قربان ڪرڻ لاءِ تيار هو. هو پڙهڪو ڪانـــي اڻندڙ چنگاريءَ کي هميشه لاءِ، مٿان پاڻي وجهي وسائي نه سگهيو. دليپ اهو سڀ سوچي رهيو هو ته آشا چيو، ”هاڻ ڇا ٿيندو؟“

دليپ پاونائـــن ۾ غوطا کائيندي چيو، ”جيڪو ٿيڻ کپي!“

”ته ڇا منهنجي ٻلو......!“ آشا روئي اُٿي!

دليپ تڙقڻ لڳو. ”نه....اسانجي ٻلو ته هميشه اسان سان گڏ رهندي هيءَ ڏس دوا جو پرزو آشا! جن دوائن جي قيمت پنج رپيا آهي. مون وٽ اُترا رپيا نه آهن ته انجو مطلب اهو ڪرنهي ته منهنجي ٻلوءَ جو

علاج ڪرڻ ٿيندو. مان هڪ پيءُ آهيان، پيءُ جو فرض آهي اولاد مٿان قربان ٿيڻ. اگر هو ننڍي قرباني به نٿو ڪري سگهي ته پوءِ هن کي ڪهڙو حق آهي جو پاڻ کي ڪنهن جو پيءُ سڏائي يا ڪنهن کي پنهنجي چوي. خبر اٿئي جڏهن همايون بيمار ٿيو هو ته هن جي پتا پٽ جي بيماري پاڻ مٿان آندي. همايون چڱو ڀلو ٿي پيو ۽ بابر جو سوڙهو تي فوت هيٺ قبر ۾ هليو ويو. آخر هو به پيءُ هو، انسان هو!"

"ليڪن دوائون اينديون ڪٿان؟ ان لاءِ ته.....!"

"پيسن جي ضرورت آهي. ڪيئن، اهو ئي نه؟" دليپ ڳالهه پوري ڪندي چيو. "جيڪي ماڻهو ڪوبه ڪم ڪونه ٿا ڪن، انهن کي به رپيا مليو وڃن. اهو ڪيئن؟"

"اهي ته چوريون ڪن ٿا، ڌاڪا هڻن ٿا، ڪنهنجي جان وٺن ٿا ۽......"

"......۽ سمجهدار لاءِ اشارو ڪافي آهي." چوندي دليپ ٻاهر هليو ويو. اُشا ڏسندي رهجي وئي.

دليپ هڪ دوائن جي دڪان تي ويو. دوا لاءِ پرزو وڌائين. دڪان ۾ ڪافي رش هئي؛ سيٺ جي هٿن ۾ نوٽ چمڪي رهيا هئا. دليپ دل ۾ چيو ته هو دڪاندار کي چوي، "توهان هيترن ماڻهن کان پيسا وٺي ڪيئن دوائون ڏيو ٿا، اگر هڪ گراهڪ کي جي

مفت ۾ دوائون ڏيندا ته ڇا ٿيئي پوندو؟ اگر ڪنهن وقت پئسا نه هجن ته ڇا انجو مطلب اهو آهي ته هو جيئرو ئي مري وڃي؟ بيماري هن جي سر ۾ اڏوهيءَ وانگر گهر ڪري وڃي؟"

ان وقت دڪاندار چيو، "وٺو صاحب! پنج رپيا."

"پنج رپيا؟" دليپ جي چپن مان آهستي نڪتو. هو ته دڪاندار کي مفت دوا ڏيڻ لاءِ چوڻ پيو چاهي. زبان کلڻ کان پهريئن ئي دڪاندار ڪيس پنج رپيا ٻڌائي ڇڏيا.

"هاڻ ڇا ٿيندو؟" هنجي سامهون هڪ نئون سوال اچي بيٺو. دوا جي شيشي هن جي هٿ ۾ هئي ۽ سامهون دڪاندار جو هٿ رپين لاءِ ڦهليل هو.

دليپ کي ائين لڳو ته. اهو هٿ انسان جو نه موت جو هٿ هو جو هن کان سندس ڌيءُ ڦري رهيو هو ۽ چئي رهيو هو ته تنهنجو ٻلوءِ تي ڪوبه اڻ ڪار ڪونهي! تون هنکي بچائي نٿو سگهين. تو ۾ هنجي سار سنڀال لهڻ جي ڪابه سمرٿي ڪونهي ۽ انڪري هاڻ هن کي منهنجي حوالي ڪر!

هٿ آهستي آهستي وڌي رهيو هو ۽ دليپ ڏڪي رهيو هو، "نه...!" هو هنجو ٻيءُ آهي.... هو سچ چئي رهيو آهي.... ٻلو هنجو اولاد آهي.... هن جو خون آهي.... هنجو.... هو هنکي ڪڏهن ٻ ڏئي نٿو سگهي...... هو

موت جو گلو دٻائي ڇڏيندو، هنکي جيئري ئي باهه ۾ جلائي ڇڏيندو!"

دليپ ڏانهن دڪاندار ڪنهن ٻئي جي دوا لاءِ ڪڍڻ اندر دڪان ۾ هليو ويو. موت جو پاڇو دليپ جي سامهون هٽي ويو ۽ ٻيءَ ڪن ۾ هو رستي تي اچي پهتو. هنجا پير ڌرتيءَ جي سيني تي نچي رهيا هئا. هڪ دفعو هن شيشي طرف ڏٺو ۽ مشڪيو.

اُن وقت هوُ پاڪ ڪلاڪار ڪنيئر ٿي پيو.

قدم رڪجي ويس.

هوُ ڏڪڻ لڳو ته جيڪو ڪم ڪرڻ لاءِ هن ٻئي ڪنهن کي ڪوسي چيو، اهو ڪم اڄ خود ڪري رهيو آهي.

هنجي آتما روئي اُٿي، "ڇا دليپ تون ايترو ذليل آهين جو انسانيت جو خون صرف پنهنجن رڳن ۾ ڪري رهيو آهين؟ اِنسان ٿي ڪري به اِنسانيت کي چکيا ۾ جلائي رهيو آهين؟ اگر بلوءَ جو موت ايندو ته هن کي پنهنجن رڳن جي دوا ته ڇا پر پنهنج سؤ رڳن جي دوا به بچائي نٿي سگهي."

هن هڪ دفعو وري شيشيءَ طرف ڏٺو ڇڙڪ هوُ دوا نه، حيوانيت وٺي رهيو هو. هنجي آبرو سان ۾ اِنسانيت جو گلو دٻجندو پئي ويو ۽ هوءَ چئي رهي آهي، "اڃا به وقت آهي. پنهنجن خوني هٿن سان

منهنجو گلو دٻائي مون کي آزاد ڪري ڇڏ. اِها حالت ۾ مون ڇا سچي دنيا روئندي ۽ اِنسان، اِنسان جو گلو دٻائي آتم هتيا ڪرڻ لڳندو ۽ انهن سڀني لاءِ مون ذميوار آهيان. ها، ها صرف مون اهو ماڻهو هوندس، جنهنجو نالو دنيا کڻندي. ان طرح نالي وٺڻ ۾ ڪا عزت ڪونه هوندي، بي عزتي هوندي، نفرت هوندي.... ۽......"

"نه! هوءَ اِنسانيت جو خون نٿو ڪري سگهي. هوءَ هنڪي ختم ڪري حيوانيت ڪونه پيدا ڪندو. اِنسانيت رهندي.... اِنسانيت رهندي ۽......"

....۽ هو واپس دوائن جي دڪان ڏانهن ڊوڙڻ لڳو. اُتي نه هڪڙا نه ٻيا ماڻهو اچي رهيا هئا. جڏهن دڪاندار جي نظر هن تي پيئي ته هن پڇيس، "ڇهو ڪهڙي ڳالهه آهي؟" دڪاندار نه ان خيال ۾ هو ته ديپڪ پئسا ڏيئي چڪو آهي. ديپڪ جو ڪنڌ جهڪيل هو. ان طرح، ڄڻڪ هن ڪو وڏو گناهه ڪيو هو! ديپڪ آهستي شيشي دڪاندار ڏانهن وڌائي. دڪاندار عجب وچان پڇيو، "ڇو هيءَ دوا ڪونه کپيوَ ڇا؟"

"مان اِنسانيت جو خون ڪونه ڪندس." ائين چوندي ديپڪ دڪان مان تڪڙو نڪري ويو.

دڪاندار ڪجهه ڪونه سمجهيو. ٿوري دير هنڪي ويندو ڏٺائين ۽ پوءِ پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو.

دیپڪ جڏهن گهر پهتو ته، ڏٺائين ته، آشا ٻلوءَ کي گود ۾ ليٽائي روئي رهي هئي. دیپڪ کي ڏسندي ئي جلد پڇيائين، ”دوا آندوَ؟“

”نه.“ هن جو چهرو ڪمزور ٿي ويو.

”نه.“ آشا تڙقي اٿي، ”نه ٻيو ڇا آندو اٿوَ؟“

”انسانيت!“ دیپڪ ماٺ ڪري ويهي رهيو.

آشا روئڻ لڳي. ٻلوءَ جي حالت پل-به-پل خراب ٿي رهي هئي.

صبوح کان ويندي ويندي سانجهي ٿي وئي.

سورج لهي ويو ۽ رات اچي واسو ڪيو.

ٻلو اٽڪي ساهه کڻي رهي هئي.

رات جو ٻارهين بجي ٻلوءَ کي هڪ هڏڪي آئي ۽ هن جو مٿو ماءُ جي گود ۾ اچي پيو!

ٻلوءَ جي دل جو پکي اڏامي چڪو هو.

موت هن کي ماءُ ۽ پيءُ جي هٿن مان کسي ويو! ليڪن هو ڪجهه به ڪونه ڪري سگهيا. موت کي ٽرسائي هن کان ٻچي به ڪونه سگهيا.

آشا ٻلوءَ جي مڙهه جي سرهو کي ڇاتيءَ سان لڳائي زاروزار روئي رهي هئي ۽ پاراتا ڪڍي رهي هئي.

دیپڪ خاموش آسمان طرف ڏسي رهيو هو. ڄڻڪ هو پنهنجي ٻچيءَ جي وهندڙ آتما جو ديدار ڪري رهيو هو.

هُو روئي ٻہ ڪونہ سگھيو.
آھہ ۽ ڪونہ ڀري سگھيو.
موت آيو ۽ ٻلوءَ کي ٻہ وٺي ويو.
دھڙڪ خاموش ڏسندو رهيو.
اُشا چالي پٽي روئي رهي هئي!
پر دنيا آرام سان سمهي پيئي هئي!

....     ....     ...     ....     ....

# ١٣

ڇڪيا ٻرڻ لڳي!
ٻلوءَ جي نه،
آشا جي نه،
بلڪ آشا جي دل جي!

جڏهن ڏينهن کان ٻلو ٺيڪ ٿيو ان ڏينهن کان آشا جي طبيعت خراب ٿيڻ لڳي. شايد ٻلوءَ جي بيماري ڇڪيا ۾ نه جلي آشا جي دل ۾ جلي رهي هئي.

هن وقت ڏيپڪ زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾ لٽڪي رهيو هو. هو چئي رهيو هو، ”زندگيءَ کان ته موت ئي سستو آهي! گهٽ ۾ گهٽ مرڻ کانپوءِ انسان روئي ته ڪونه ٿو. هن کي پنهنجي پتنيءَ ۽ ٻارن جو موه به ڪونه ٿو رهي!

پوءِ به دنيا موت کان ڊڄي ٿي، ان کان نفرت ڪري ٿي. آخر ڇو؟ ڇو انسان زندگيءَ سان پيار ڪري ٿو؟ ڇو هو زندگيءَ جي مٿاڇري تي رهڻ ٿو چاهي؟ هو ته گل پٽڻ چاهي ٿو ليڪن ڪنڊن ۾ ڪپڙا اٽڪائڻ نٿو چاهي.“

هو وري سوچڻ لڳو، ”جڏهن زندگيءَ ۾ سک ۽ ڏک ڪونهي، آرام ۽ تڪليف ڪونهي، اها زندگي ئي

ڪھڙي؟ جن اکين ۾ خوشيءَ سان گڏ آنسون ڪونہ آھن اھي اکيون ئي ڪھڙيون؟ اگر اھائي زندگي آھي تہ پوءِ دنيا جا اُھي ماڻھو جيڪي چون ٿا 'ڀڳوان موت ڏي' ڇا اھي انسان ڪونہ آھن؟ ھو ڇو ٿا موت سان محبت ۽ جيون سان نفرت ڪن؟"

دليپ ڪيترائي دفعا ھيءَ پرولي پڙھڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن ھر دفعي ھو خود ئي اُن ۾ ڦاسي ٿي پيو. اڄ بہ ھو اھا پرولي پڙھڻ جي ڪوشش ڪري رھيو ھو تہ ان وقت اُشا جي ڪنجھڻ جي آواز ھن کي عجب ۾ وجھي ڇڏيو.

"طبيعت ڪيئن آھي اُشا؟" دليپ ڪمري ۾ ايندي چيو.

"جيون جون انتم گھڙيون پيئي ڳڻيان!"

"ائين نہ چئہ اُشا!"

"مرڻ واري جي منھن مان ڪڏھن بہ ڪوڙ نہ نڪرندو آھي. منھنجي مرڻ کان پوءِ توھان کي ڪير بہ ائين چوڻ وارو ڪونہ رھندو تہ ونين لاءِ پنھنجي ڪلا وڪڻو!" اُشا مطلب ڀريل لفظن ۾ چيو.

"اُشا!" دليپ تڙڦي ائيو، "ليڪن تو اھو ڪونہ سوچيو تہ جڏھن پاڙ ئي پٽجي پوندي تہ پوءِ وڻ ڪيئن بيھندو؟ ڀڳوان جي واسطي اھڙا اشڀ وچن تہ نہ ٻول، اُشا! اڃا تہ پراڻا زخم بہ ڪونہ ڀريا آھن."

"..........!" آشا جون اکيون آليون ٿي پيون.

"مان وڃان ٿو آشا! اگر ڪٿان رپيا ملي ويا ته ڊاڪٽر کي به ڪوٺيندو ايندس." ديپڪ چيو.

"رهڻ ڏيو!....... هاڻ ته مون کي ڊاڪٽر به ڇڱو ڀلو نٿو ڪري سگهي."

ليڪن ديپڪ وڃي چڪو هو.

ڪيترن ئي هنڌ ديپڪ پنهنجي ٻاقيا رقم وٺڻ ويو ليڪن ڪنهن به پورا رپيا ڪونه ڏنس. صبوح کان سانجهيءَ تائين هن کي صرف پنج رپيا ملي سگهيا. سانجهيءَ جو ڊاڪٽر کي ساڻ وٺي گهر آيو.

ڊاڪٽر آشا کي چڱيءَ طرح ڏسڻ کانپوءِ هڪ پرزو لکي ڏنو ۽ چيائين، "انڪل چٽين رئي جي دوا ڏيندي. سياڻي مون کي وري حال ٻڌائجو."

"نيڪ ڊاڪٽر صاحب! هيءَ وٺو پنهنجي في!" ديپڪ پنجين جو نوٽ وڌايو.

"رهڻ ڏيو ديپڪ بابو! مان توهان جي حالت ڄاڻان ٿو ۽ پوءِ....!" ڊاڪٽر پنهنجي ڳالهه پوري چوڻ بنا هليو ويو. وڃڻ وقت هن جي مغز تي گمڀيرتا ڇانئجي وئي.

"۽ پوءِ........!" ديپڪ ٻيهي ڊاڪٽر جا انتم لفظ دهرائيندو رهيو. ڪنهن هوندي به؟ ۽ پوءِ' کانپوءِ هو ڪجهه به سوچي ڪونه سگهيو. پرزو کڻي اسپتال مان دوا وٺي آيو.

شيشي ڏسندي ئي اُشا مشڪل لڳي، ”هن ڇهن ورهين جي دوا سان منهنجي زندگي نئي ٿي سگهي!“

”ائين نه چئه اُشا! هاڻ تون بلڪل ٺيڪ ٿي ويندين!“

”۽ شايد هميشه جي لاءِ ڇٽي ٿي وڃان!“

”اُشا!“

”..........“

”هاڻ هي وٺ هڪ وزن دوا پي.“ ڊاڪٽر شيشي مان دوا گلاس ۾ وڌي، جا اُشا جي گلي مان ٿيي هن جي جلد ئي پيٽ ۾ وڃي پهتي.

اُشا پيار ڀري نظر سان پاسي ۾ ويٺل پپوءَ ڏانهن ڏٺو. ماءُ جو پيار پائي پپوءَ آهستي چيو، ”امان!.... بک لڳي آهي“

”اڙي ها! اڄ ته مان هن کي روٽي ڏيڻ ئي ڀلجي وئس... نه.... ڄاڻ.... منهنجي عقل کي ڇا ٿيو آهي؟“ اُشا پپوءَ جي مٿي تي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”وڃ پپو! هوڏانهن ٿالهيءَ ۾ ٿورا...... چانور پيا هوندا. وڃ پٽ، وڃي کاءُ!“

پپو کائي وري اچي ماءُ جي ڀرسان ويٺو. هڪ دفعو هن پپوءَ جي معصوم چهري ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ يڪدم هن کي پنهنجي سيني سان لڳائي چيو، ”منهنجا سدورا!“

هنجي اکين مان ٻه آنسون ڪري پيا. اڄ پهريون دفعو اُشا پپوءَ کي ايترو زور سان ڇاتيءَ سان لڳايو هو.

ٻچوءَ آهستي چيو، ”امان، توکي ڇا ٿيو آهي؟“

”ڪجهه ڪونه ٿيو آهي پٽ!“ ڪيئن چوانس ته تنهنجي ماءُ انتم گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهي آهي.

جڏهن دل جي جوالا ڪجهه ٿڌي ٿي ته هن ٻچوءَ جي مٿي تي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”وڃ پٽ!... هاڻ وڃي سمهي پئُه!“

”۽ توهان جي؟“ هن معصوم نگاهن سان پيءُ طرف ڏسندي چيو.

”مان به ٿوريءَ دير ۾ سمهي پوندس!“

ٻچو بنا جواب ڏيڻ جي آهستي اٿي روز جي نيم انوسار ماءُ پيءُ جا پير ڇهي، وڃي سمهيو.

رات جا ٻارهن لڳا هئا. رات جو سناٽو پنهنجي جوانيءَ ۾ هو. ڪمري ۾ ننڍو ڏيئو پئي ٻريو، جنهن جي لاٽ نيڪ اُشا جي لاٽ وانگر ٽمٽمائي رهي هئي. ڪنهن کي به خبر ڪونه هئي ته ڪڏهن هوا جو جهونڪو لڳندو ۽ ٽمٽمائيندڙ لاٽ کي وسائي ويندو.

ديپڪ دوا جو گلاس ڏيندي چيو، ”وٺ اُشا! دوا اٿي پيءُ!“

هن آهستي اکيون کوليون، ”دوا؟... اڃا ٻي به دوا.... پيئڻي آهي؟“ آواز گلي ۾ ڦاسي رهيو هو. ساهه کڻڻ سان گڏ کنگهه جو به آواز اچي رهيو هو، اُئين سمجهو ته هلندڙ گاڏيءَ ۾ بريڪ لڳي رهي هئي ۽ اُئين ئي

لڳو ته ٻريڪ آهستي آهستي گاڏيءَ کي روڪي رهي هئي ۽ ٿوريءَ دير ۾ گاڏي بلڪل روڪي ڇڏيندي!

”هڪڙو وزن اڃا باقي آهي!“ دليپ چيو.

”هائو مان....ڪون.... پيئندس!“

”اشا تون چاق ٿي پوندينءَ.“

”ها!“ اشا آهستي چيو.

هڪ.... ٻ....ٽي ۽ پوءِ....گهڙيال ٽن لڳڻ جي سوچنا ڏنـي. ڏيئي جـو تيل ختم ٿيڻ تي هو ۽ انجي وٽ تيزيءَ سان ڏڪي رهي هئي. ائين ٿي لڳو ته ٿوريءَ دير ۾ هن ڏيئي جي وٽ جلي ويندي ۽ هن گهر ۾ ته انڌڪار ٿي پوندو. ڀيانڪ انڌڪار.

دليپ پهاڙ ڪو وزن ڏيندي چيو، ”اشا، هي وٺه، پهاڙ ڪو وزن پيءُ.“

هيئنر ته اشا مشڪل سان اکيون کوليون. هن جي جيون جي لاٽ ته وسامي رهي هئي

”ڏ.... يو.... ڏيو.“ زبان مان اکر اکر ٿي نڪتو.

گلاس وٺي اشا چيو، ”هڪ....ڳالهه....چوان توهانکي؟“

”چئه“

”هائو مان.... تـ....هن دنيا.... مان....وڃي رهي....... آهـيـان.“

”اشا!“ دليپ تڙپي اٿيو ليڪن هوءَ چوندي رهي، ”وقت....ٿورو آهي.... مان جيڪي ڪجهه چوان.... ٻڌندا

رهجو... هاڻي مان... پنهنجي ٻچڙي کي... توهان جي... سپرد
ٿي ڪريان... هن کي توهان... ڪڏهن... دک ڏيڻ... نه ڏجو.
منهنجي انتم... نشاني... سنڀالي رکجو... هن وقت هو...
سهڪي رهيو آهي... جڏهن صبح جو... اٿندو ۽... پنهنجي
ماءُ... نه ڏسندو... ته ڪيترو نه تڙپندو... روئندو... پٽ
سان مٿو... ٽڪرائيندو... ليڪن هن کي... روڪڻ وارو...
ڪير... ڪونه... رهندو."

"آشا!" ديپڪ جي اکين مان آنسون ڪري پيا.
ديپڪ جي لاٽ وسامي رهي هئي ليڪن هو ان کي
روڪي نه سگهيو.

"هو... هو... ڏسو..." آشا ڏيئي طرف ڏسندي چيو،
"ڏيئي ۾... تيل... وجهو... هو وسامي... رهيو... آهي.
جيڪڏهن... وسامي... ويو... ته پوءِ... هن... گهر ۾... هميشه
لاءِ... اونداهه... ٿي... ويندو."

"چڱو، مان هن ۾ تيل وجهان ٿو."
ديپڪ تيل جي شيشي کڻي وسامندڙ ڏيئي طرف وڌيو.
آشا ٻڙ ٻڙائڻ لڳي، "ڏيئو... وسامي... رهيو... آهي...!"
ديپڪ جيئن ئي ڏيئي ڀرسان پهتو ته ان وقت ڏيئي
جي ڏڪندڙ لاٽ وسامي وئي.

"آشا!" ديپڪ زور سان رڙ ڪري اٿيو.
"اونداهه... چوڌار گهور اونداهه... ڏيئي جي
لاٽ هميشه لاءِ وسامي وئي. تيل جي شيشي ديپڪ

جي هٿ مان ڪِري ٺڪر ٺڪر ٿي پيئي. هو آشا طرف ڊوڙي آيو.

ليڪن........

"آشا!" ديپڪ ٻارن وانگر روئڻ لڳو.

"ايترو جلد هلي وئينءَ آشا! ڏيئي ۾ تيل ته وڃڻ ڏين ها. گهر ۾ روشني ته ٿيڻ ڏين ها. ليڪن وسامندڙ لاٽ کي ڪير ٿو ٻاري سگهي؟"

ديپڪ روئي رهيو هو. هن جا آنسون آشا جي چهري کي ڌوئي بستري تي وهي ٿي پيا.

چنڊ اڄ به بادلن جي وچ مان لياڪا پائي رهيو هو. دنيا اڄ به سمهي پيئي هئي ۽ هن انڌڪار ۾ ديپڪ جا سڏڪا ڀتين سان ٽڪرائجي رهيا هئا.

.... ... .... .... ...

صبوح ٿيو. ديپڪ پاڙي وارن کي سڏايو، جيئن مٽيءَ کي چتا ڏانهن کڻي هلن.

جڏهن ان مئل آتما کي چئن ڪلهن واري بستري تي ٻڌي رهيا هئا تڏهن پپو ننڊ مان اٿيو.

هن آهستي پڪاريو، "امان!"

"..........!"

ليڪن ٻار جي ماءُ ڪير ٿئي؟ جنهنکي اها به خبر ڪونه هئي ته انسان پيدا ٿئي ٿو مرڻ لاءِ. جنهنکي ايترو به گيان ڪونه هو ته جنم ۽ مرڻ جي وچ واري

## ڪويتا ساهتيہ مالوا جا نوان ميمبر-۲

(۳۵) شريمتي پشپا ويروومل
(۳۶) شري ايس. آر. سيتلاڻي
(۳۷) مهرشي د يانند هاءِ اسڪول.
(۳۸) شري پرشوتم سکواڻي "پارس"
(۳۹) پرشوتم ڪشنچند آوتملاڻي
(۴۰) شري پرتاب نارائڻداس
(۴۱) شري نارائڻداس انند رام گنگواڻي
(۴۲) شري ليرتداس روپچند
(۴۳) شري ڪبراڻي (وڪيل)
(۴۴) شري گوبندرام مورجمل
(۴۵) شري آر. آر. ٿهلياڻي. د نيواد.

---

ڪويتا ساهتيہ مالها جي ڪتابن ملڻ جا هنڌ:-

۱- جڳديش بوڪ ڊيپو - ڪلياڻ-۲.
۲- سندر بوڪ اسٽال - بمبئي.
۳- بوڪ لورس ڪارنر - بمبئي.
۴- شري ميول آهوجا - بڙودا.
۵- منوهر بوڪ اسٽور - بڙودا-۶.
۶- شري هوندراج بلواڻي - ڪلياڻ-۴.
۷- هند جنرل اسٽور- راجاوير روڊ، ڪبيرنگر احمدآباد
۸- شري پوچراج ڀينگرا (ماڪر) - ڪبيرنگر.

# واقفيت



ساهتيه جو اهو ڪهڙو پريمي آهي جو شيام سچانندا ڻيءَ جي نالي کان غير واقف هجي؟ هن ناول جو سند ڀڪار هڪ قابل ۽ هوشيار ڪهاڻي نويس به آهي. هن ٻه سو کان مٿي ننڍيون - وڏيون ڪهاڻيون لکيون ۽ ترجمو ڪيون آهن ۽ سنڌي ساهتيه ۾ هڪ مکيه جڳهه والاري ٿو. ممبئي مان نڪرندڙ هفتيوار "ڀارت جيوتي" ۾ سندس ڪالم "واٽ وٽيندي" ڇپيو آهي ۽ ان شيام جي شهرت کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. وقت بوقت آڪاشواڻيءَ احمدآباد، بڙودا تان به هنجون رچنائون پرسارت ڪرڻ ۾ آيون آهن. هنجا جيڪي ڪتاب سنڌي ساهتيه ۾ اضافو آڻي چڪا آهن، اهي آهن، ١- قسمت جا رنگ ٢- ڏس اسانجي احمدآباد. ساڻ ساڻ هو هڪ سٺو جوان ڪاريه ڪرتا پڻ آهي. احمدآباد سنڌو سماج جو جنرل سيڪريٽري آهي. سنهڙو سيڪڙو هيءُ جوان احمدآباد جي پاور هائوس ۾ عملي جو پ- لاڏلو آهي جو هو ٻه سال انهجي سوسائٽيءَ جو ڊائريڪٽر بي رهيو آهي.

شيام جي اوهانکي روبرو گڏجي وڃي ته اوهين عجب کائيندا! ته هيءُ به ڪو جانيءَ جو لعل ٿي سگهي ٿو؟ سياه جو تهنو لڄارو، ٿورو ڳالهائو ۽ ڪڏهن گمڀير ته ڪڏهن چرچائي. اجائي اب مجر کان ڪنارو ڪندڙ آهي.